
کلامِ ولی
پیرِ طریقت رہبرِ شریعت
حضرت الحاج اللہ بخش عرف سوہنا سائیں
غفاری فضلی نور اللہ مرقدہ
ادارۃ المعرفۃ درگاہ اللہ آباد شریف کنڈیارو

سنڌ جي مشهور و معروف عالم، عامل ۽ اديب، گهڻن ديني مدرسن، تبليغي ادارن ۽ اصلاحي تنظيمن جي باني حضرت پير سهڻا سائين نورّ الله مرقده جي منظوم سنڌي ڪلام جو مجموعو




ادارة المعروفة درگاهه الله آباد شريف
ڪنڊيارو نوشهروفيروز سنڌ

كتاب جو نالو: كلام ولي

اشاعت جو پهريون دفعو: شوال ١٤١٧ هجري بمطابق مارچ ١٩٩٧ع

تعداد: هڪ هزار

پرنٽنگ: رجب پرنٽنگ پريس پائي خان چاڙهي- حيدرآباد

ناشر: اداره المعرفة درگاهہ الله آبادشريف كنڊيارو

پبلشر: طاهري پبليكيشن حيدرآباد

هديہ: ___________






(١) اداره المعرفة درگاهہ الله آباد شريف كنڊيارو سنڌ

(٢) طاهري پبليكيشن پوسٽ باكس نمبر ١٠٥٩ لطيف آباد حيدرآباد

# عرض ناشر

طريقه عاليه نقشبنديه مجدديه فضليه غفاريه جي عظيم روحاني پيشوا، پاڪستان توڙي پرڏيهه ۾ مشهور ومعروف پير طريقت، قرآن وسنة جي عالم ۽ عامل خواجه خواجگان حضرت قبله الحاج الله بخش عباسي الله آبادي نورالله مرقده جي منظوم ڪلام جو مجموعو "ڪلام ولي" اوهان جي هٿن ۾ آهي حمد، نعت، منقبت،وعظ ونصيحت تي مشتمل سندن هي ڪلام مثنوي مولانا روم جيان شريعت وطريقت حقيقت ومعرفت جو پنڊار، ساڳي وقت سنڌ جي ساهتي پرڳڻي جي خالص ادبي ٻولي جو شاهڪار پر تاثير، پر فيض، پرڪشش، اصلاح احوال لاءِ گهڻو مفيد..... صحيح معنيٰ ۾ نظم (موتين جو هار) آهي.

الحمد لله هن بابرڪت ڪتاب جي اشاعت جي سعادت به ادارة المعرفة کي حاصل ٿي رهي آهي جنهن هن کان اڳ حضرت سهڻا سائين نور الله مرقده جي سيرت وسوانح حيات تي مشتمل مبسوط ڪتاب "ڪلام ولي" ٻن جلدن ۾شايع ڪيو. ۽ ٻيا به ڪيترائي ڪتاب فقه، شريعت، توڙي تصوف وطريقت جي موضوعن تي شايع ڪيا.

ادارة المعرفة هن دور جي انهن انتهائي ٿورن اشاعتي ادارن مان هڪ آهي جن جو بنياد خالص دين اسلام جي ترويج واشاعت لاءِ پيو ۽ ان جا باني سرپرست پير طريقت حضرت قبله صاحبزاده علامه الحاج محمد طاهر صاحب عباسي بخشي نقشبندي دامت برڪاته آهن. خاص ڪري اوهان جي هٿن ۾ موجود هيءُ ڪتاب ته سندن محبوب ڪتاب آهي، طالب علمي جي زماني ۾ انهن شعرن جو گڏ ڪرڻ ان جو واضح ثبوت آهي، هن وقت به ڪلام ولي جي ايتري معياري ڇپائي سندن ذاتي دلچسپي ۽ پسند جي مرهون منت آهي، جمله اهل اسلام خاص ڪري طريقه عاليه نقشبنديه بخشيه طاهريه جي مريدن ۽ معتقدن لاءِ هي عظيم تحفو بلڪ سرمايو آهي. جن کي گهرجي ته هٿون هٿ هي بابرڪت ڪتاب خريد ڪري، پاڻ به فائدو حاصل ڪن، دوست احباب کي به پڙهي ٻڌائين.

هن ڪتاب جي منڍ ۾ حضرت سجڻ سائين مدظله جو تفصيلي مضمون به آيل آهي.

اداره

# عاشق ٿئي معشوق ٿيا

تحرير: پير طريقت حضرت قبله صاحبزاده الحاج علامه محمد طاهر بخشي نقشبندي
(عرف سڄڻ سائين دامت برڪاته زيب سجاده درگاهه الله آباد شريف ڪنڊيارو)

ماٺو سڀ نه سهڻا پڪي سڀ نه هنج
ڪنهن ڪنهن ماٺوءَ منجهه اچي بوءِ بهار جي

نحمده ونصلي عليٰ رسوله الڪريم!

اما بعد! گهڻي عرصي کان اها تمنا هئي ته حضرت خواجه خواجگان غوث زمان مرشدي مربي مهربان سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جو شاعرانه ڪلام طبع ڪرائي احباب جي سامهون پيش ڪيو وڃي، جن ڏينهن ۾ هي عاجز مدرسه جامعه عربيه غفاريه الله آباد ۾ زير تعليم هيو شايد جماعت رابعه يا خامسه جو شاگرد هيو تن ڏينهن ۾ اها ڪوشش شروع ڪئي ويئي هئي. هن عاجز سان گڏ انهيءَ پياري ڪم ۾ مددگار مولانا غلام مصطفيٰ دين پوري پوري طرح شامل رهيو. انهن ڏينهن ۾ پراڻن فقيرن وٽان تحريري صورت ۾ موجود مواد يا بعض فقراءَ ڪان زباني ياد ڪلام هٿ ڪري هڪ ڪاپيءَ ۾ گڏ ڪيوسين، هي عاجز ان ڪاپيءَ کي گهر ۾ گڏ رکندو هيو. پنهنجي مرشدن جو ڪلام جيڪو حمد نعت نصيحت کان علاوه پنهنجي شيخ ڪامل اڪمل عالم باعمل شيخ العرب والعجم خواجه غريب نواز حضور پير مٺا رحمة الله عليه جن جي سيرت، صورت، نيڪي، تقويٰ ۽ فڪر تبليغ تي مشتمل هيو، پڙهندو رهندو هيو ۽ فيض ماڻيندو هيو، پراڻن دوستن جي زباني حضور

پير مٺا رحمة الله عليه جن جي سج کان زياده روشن، چنڊ کان زياده حسين صورت جو تذڪرو ٻڌندا رهياسين، جنهن هزارن ماڻهن، عالمن فاضلن، عقل جي اڪابرن وڏيرن ۽ غريب هارين کي مفتون ۽ مست بنائي ڇڏيو جو انهن جي ڏينهن ۽ رات، وجد ۽ ڪيفيت ۾ الله الله جون ضربون هڻنديون ۽ حق پير مٺا جا نعره مستانه بلند ڪندي گذرنديون هيون. انهيءَ پياريءَ ۽ سهڻي صورت جي منظر ڪشي ڪرڻ لاءِ الفاظ ئي نٿا ملن. جن سندن جو ديدار ڪيو، تن هي برملا اقرار ڪيو ته اهڙي شخصيت، فرشته صفت، جهان ۾ ڪٿي به نظر نه آئي . بقول امير خسرو رحمة الله تعاليٰ عليه

آفاقها گرديده ام- مهر بتان ورزيده ام
بسيار خوبان ديده ام- اما تو چيزے ديگري

هن ناچيز جي عمر سندن وصال وقت بمشڪل پوڻا ٻه سال هئي. مگر سندن جي صحبت يافته ۽ ديدار جي لذت کان آشنا افراد جي زباني سندن جي حسن صورت جي منظر ڪشيءَ جي ڪوشش ڪجي ٿي.

سهڻي صورت سيرت تيڏي- مني لب مٺايان، ڪيا ساراهيان
حوران پريان ڏيک حسن- سي شرم ڪنون شرمايان ول نه آيان
سهڻيان صفتان سڀ تسان وچ، رب رحيم رکايان واه وڌايان

حضور پير مٺا جي چهره انور، مهتاب منور کي لفظن جو روپ ڏيڻ، هن عاجز جي زبان ۽ قلم کي طاقت نه آهي پر شايد ئي ڪنهن ديدار ڪندڙ کي ايتري همٿ هجي جو لفظن جي روپ ۾ چوڏهين جي چنڊ جو اظهار ڪري سگهي، سندن منهن مبارڪ، جنهن به ڏٺو هوندو، اهو منافق سو نه هجي، الله تعاليٰ، الله جي رسول ۽ الله جي ولين بزرگن جو عقيدتمند ۽ محبت وارو سو هجي، باقي ائين چوڻ کان هرگز رهي نه سگهندو ته" اهڙو نوراني چهرو مان اڄ تائين نه ڏٺو آهي"- بيشڪ حق

آهي. سندن سهڻو صاف، پورو، ڳاڙهو رنگ،ويڪرو ۽ گول چهرو، ڳلڙا مبارڪ پريل ۽ ڀُڱوَل، دل کي ڇڪيندڙ، وڻندڙ،ٻلڙا۽ پيارا لڳندا هئا بقول پير سهڻا سائين رحمة الله عليه

ڏسي صورت تنهنجي ۽ حسن وجمال،آيو نور سج چنڊ جي کي زوال
تنهنجونوري چهرو ڪمال در ڪمال، پير منا سائين پير منا سائين پير منا سائين
خلق ۾ حسن جا جي ارباب هئا ،ڏسي صورت تنهنجي سي بيتاب ٿيا
توتان ڪيئي قربان مهتاب ٿيا ،پير منا سائين پير منا سائين پير منا سائين
تنهنجي ناز دلڙي آ موهي منهنجي،ازل کان ٿي آهيان مان گولي تنهنجي
زبان خواه دل ۾ آ ٻولي تنهنجي، پير منا سائين پير منا سائين پير منا سائين

سندن قد مبارڪ نہ تمام ننڍو ۽ نہ تمام ڊگهو پر وچولو هو. مگر هيءَ شايد ڪرامت ٿي هئي جو پاڻ محبوب هزارين عاشقن مستانن ديوانن مريدن جي وچ ۾ هونداهيا، تڏهن بہ هر هڪ مريد آرام سان سندن زيارت سان مستفيض ٿيندو هو، پري کان هر هڪ ماڻهوءَ کان متاهان نظر ايندا هئا. سندن متان نگاهہ پوڻ سان ئي ڪٽيل قلب، ذڪر سان جاري ٿي ويندو هو. بقول عاشق صادق حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه

نظر نور سهڻي جي اڪسير آهي، ڪري لوهہ کيسون پارس پير آهي.
ڪٽيل سياهہ دلين لاءِ تنوير آهي، اسم ذات دل ۾ ڪندڙ تحرير آهي.
قبر ۽ حشر ۾ رهي ذڪر جاري، محبوب مدنيءَ جو سهڻل آغفاري.

سندن نڪ مبارڪ نہ تمام سنهڙو، نہ تمام ٿلهو، نہ تمام اچو ۽ نہ تمام ويڪرو هو، نڪ جي چوٽي گولائتي ۽ هيٺ ويڪرڙو، وڻندڙ، دلپذير ۽ دلنظير لڳندو هو. سهڻا سائين رحمة الله عليه خوب فرمايو آهي.

صورت ۾ نہ سندس ڪو ثاني آ، شهہ خوبان جهاني آ،
دنيا مٿس ديواني آ، آيو من جو منٺار آهي
مڪو پير اسان ڏي حضرت خواجہ عبدالغفار آهي

سندن اکيون مبارڪ وڏيرڙيون (حد کان وڌيڪ وڏيون نہ هيون) بادامي شڪل، ماڻڪيون ڪاريون،پنبڻ پيارا، نيڻ شرميلا شرميلا لڳندا هئا. انهن ۾ وري رعب اهڙو هوندو هو جو مخاطب چتائي اکين ۾ ڏسي نہ سگهندو هو، سندن اکين ۾ سونهن ۽ سوڀيا وري اهڙي هوندي هئي جو زيارت ڪرڻ کان پوءِ مخاطب پنهنجي نگاهہ اکڙين مان ڪيڻ نہ گهرندو هو. چشمن مبارڪن ۾ حسن جي چمڪ اهڙي هوندي هئي جو بنا ڪجل شڪار ڪنديون هيون بقول سهڻا سائين رحمۃ الله عليه

دو ناليِن ديد سَوَ سنّيا، ڪيئي گهايا ڪيئي قتّيا،
ابروسين سر ڪنّيا، ڪجل جي ذار بلي وه واه.
سجڻ وه واه مٺل وه واهہ.

يا

منهن مسجد محراب پرون وچ، نين ڏيوےڏون ٻلدے
سهي ڪيتوسي سجدا تنهن وچ، اصلئون روز ازل دے
محبت ڏينهن ميثاق لڳي، هيئون عاشق نا اچ ڪلهہ دے
حمل هرهڪ دم جو ساڈا، قاصد هن پل پل دے

سندن وات مبارڪ وچولو گولائتو هو، سندن لب مبارڪ ياقوتي ڳاڙها انار موافق هئا، اهي نہ تمام سنهڙا، نہ تمام ٿلها هئا پر پريل پريل حسين ۽ سهڻاهئا مٿئين لب کان هيٺيون لب وڌيڪ پريل هو. مسڪرائڻ وقت سندن مٿيان ڏند مبارڪ ظاهر ٿيندا هئا ۽ اهڙا تہ حسين لڳندا هئا ڄڻ موتين جي مالها پويل آهي. ڏند مبارڪ تمام اڇا صاف ۽

چمڪدار هئا. ڪيئن نہ سهڻا سائين، هڪ ازلي عاشق، اندر جي عشق جي هڪ شعلي کي لفظن جو روپ ڏنو آهي.

گل برگ نازڪ پر ناز بدن، ڏسي ڏند ڪري ريس در عدن.
لعل لب ياقوت سيمي ذقن،پسي عشاقن ۾ شور بيتابي ٿي.
گهر گهر مبارڪبادي ٿي.....

تقرير ڪرڻ وقت گهڻو ڪري پيارا پيارا قصا ٻڌائڻ وقت ڳالهائيندا بہ رهندا هئا ۽ مسڪرائيندا بہ هئا، يعني هن مبارڪ مشڪندڙ محسوس ٿيندو هو. واقعن وغيره ٻڌائڻ وقت اڇا پورا ۽ پريل هٿڙا کڻي، وات مبارڪ سان سهڻي ۽ پياري نموني منظر نگاري اهڙي تہ عجيب نموني ڪندا هئا جو پري وينل لفظ نہ سمجهندي بہ مفهوم سمجهي خوش ٿي ويندا هئا. سهڻا سائين رحمة الله عليه ڪهڙي سهڻي منقبت ۾ فرمايو آهي.

موهيو جڳ کي منڙي گفتار آهي، ڪبڪ ٿور خرامان جا رفتار آهي.
سيرت خلق نبوي ٻيو پيار آهي، حسن جي زياده چمڪار آهي.
دلين کي لٽي ٿي ٿئي بيقراري، محبوب مدنيءَ جو سهڻل آ غفاري.

ٻئي هنڌ ڪهڙي نہ پر درد انداز ۾ سهڻا سائين فرمايو آهي.

کلڻ تنهنجو ءِ ڏسڻ تنهنجو گهمڻ ۽ گفتگو سارو تو،
غذا روح سندي دل مجروح سندي، ملم نہ اهڙي ٻي ڪا يار.
پير پيارا اندر جا نارا ساه جا سينگارا سهڻا يار.

سندن پيشاني مبارڪ اڇي ويڪري صاف ۽ چمڪدار هوندي هئي، مٿي تي ڪلاه مبارڪ (ڪلو مبارڪ) ۽ ان تي وري ڪارو پٽڪو ٻڌڻ ڪان پوءِ چمڪدار، چنڊ جيان حسين لڳندي هئي، ڪلاهہ تي پٽڪي

ٻڌڻ جو انداز اهڙو ته سهڻو هو جو پيشانيءَ تي لفظ "الله" جي مناسبت معلوم ٿيندي هئي.

كاري پٽڪي تي چهرو مبارڪ اهڙو نڪرندو هو جڻ بادل مان سج نڪري آيو هجي، ڪهڙو نه غزل ۾ سڪ جي سڪايل سهڻا سائين رحمة الله عليه محبت ۽ پاٻوهه مان فرمايو آهي.

چهرو گهوٽ سندو آهي شمس الضحىٰ، نيڻ نرگس لعل لبن موهيو جڳ کي ادا.
حسن يار جي هر جاءِ منادي ٿي، گهر گهر مبارڪبادي ٿي.

ڪلاهه مبارڪ سونهري رنگ جو اهڙو ته حسين ۽ سهڻو هوندو هو جڻ سون جو ٺهيل آهي.سج جي ڪرڻن تي يا بجلي جي بلب راڌ وغيره تي ان ۾ چمڪاٽ پيا ڏسڻ ۾ ايندا هئا. ان ڪلاهه جي هيٺين حصي کي ۴ انچ ڪن سائي رنگ جي باردر هوندي هئي.ان تي ڪاري رنگ وارو پٽيدار عمامه اهڙو ته سهڻي نموني ٻڌندا هئا جڻ ڪنهن شهنشاهه کي هيرن جواهرن ۽ لعل ياقوت سان جڙيل تاج پهريل هجي. ڪلاه مبارڪ جي ڪري مٿو مبارڪ ڍڪيل هوندو هو پر پويان ڪنڌ مبارڪ تي سندن سهڻا ۽ اڇا وار مبارڪ اهڙا ته سنواريل، ترڇيل ۽ ڦٽي ڏنل، سهڻا پلڙا ۽ پيارا لڳندا هئا، جڻ نور جون لاٽون يا ڪرڻا هجن، وار مبارڪ اهڙا ته حسين ۽ جميل هوندا هئا جو انهن تي نظر پوڻ سان دل انهن کي چمڻ گهرندي هئي پر بي ادبيءَ جي ڪري ڪير به اهڙي مجال نه ڪري سگهندو هو. وارن مبارڪن ۾ اهڙي ته عجيب چمڪ هوندي هئي جو ڏسڻ سان دل من ۽ روح فدا ٿي ويندو هو. دل نه گهرندي هئي ته نظر يا نگاهه پري ڪجي، اهڙو دل کي سرور مزو ۽ قرار ايندو هو جو خود بخود دل ۾ الله الله ٿيڻ لڳندو هو. ڪيئن نه سهڻا سائين رحمة الله عليه خوب فرمايو آهي.

زلف جي پيچ ڪيا اسير، ڪيئي شهباز لک شهمير.
سوين داناءِ وزير امير، ٿيا مستان بلي وه واه.

سندن پرورن مبارڪ گول،گهاٽيون ۽ ڊٽيون هيون، آخري عمر ۾ اهڙيون تہ اڇيون سفيد ۽ سهڻيون لڳنديون هيون، ڄڻ نِنڍڙيون نِنڍڙيون نور جون شمعون چمڪي رهيون هجن:

سئين سهڻي محبوب ڏٺم، ڪونهين تيڏامث ثاني،وے دل جاني.
ناوت ڪو قد قامت، ناڪوايجهي پاڪ پيشاني، وے دل جاني.
تيڏي سهڻي صورت تون، جند جان ڪران قرباني، وے دل جاني.

مطلب تہ اهڙو حسين سهڻو ۽ نوري چهرو جيڪو هيو تہ بيشڪ انساني پر سمجهہ ۾ ائين ايندو هو ڄڻ نوري ملائڪ آسمان تان لهي، اسان کي هدايت ڪرڻ لاءِ اسان جو رهبر بڻجي آيو آهي. سندن جي زيارت سان دل جي ڌڙڪن تيز، روح کي سڪون ۽ قلب کي قرار ايندو هو. دل گهرندي هئي تہ سندن قدمن تي سر هجي، سندن پيرن کي چپڙن سان پيو چمجي، پر پاپي من جي پياس ٻجهڻ جي بدران وڌندي رهندي هئي، واهہ جو سهڻا سائين رحمة الله عليه فرمايو آهي.

رخ روشن قمر تابان،ڪيان قربان جملہ جانان
پسي حيران ٿيا خوبان، نزاڪت ناز بلي وه واه.

سندن هلڻ جي ٽور، مور وانگر سهڻي هئي، ننڍڙا قدمڙا کڻي تکڙو تکڙو هلڻ فرمائيندا هئا، زمين تي قدم مبارڪ زور سان هڻي ڪو نہ هلندا هئا، تکڙا تکڙا قدم پر زمين تي اهڙو آهستي رکندا هئا، ڄڻ ترندا ٿا اچن، پرسان بيٺل ماڻهن کي زمين تي هلڻ وقت زمين جو ڪڙڪو ڌڙڪو يا ڌٻڻ محسوس نہ ٿيندو هو.

عجب جيهي هے ٽور سڄڻ دي، عجب جيهي هےچالي، عجب نرالي.
عجب جيهي جند جوڙ سڄڻ دي، عجب جيهي لب لالي ، عجب نرالي
عجب جيهي مک موڙ سڄڻ دي، عجب جيهي خوشحالي، عجب نرالي.

حضور پير مٺا اهڙا تہ حسين وجميل، سونهن جا سردار، محبوب ۽ معشوق هئا جنهن جو ڪو ثاني نہ ڏٺو نہ ٻڌو، انگ انگ، هر ادا، هر ناز وانداز نت نرالو، نور ۽ نينهن جو نازڪ نرمل نائب نبي، نہ وڏائي نہ تڪبر، پر خوديءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هئا. سندن جسم اطهر جي چمڙي مبارڪ سفيد ڳاڙهي نازڪ نفيس صاف شفاف شيشي وانگر يا سمنڊ جي شفاف پاڻي جهڙي جنهن ۾ ڇڻ تہ اندر نظر هلي وڃي، رڳون نسون ظاهر پيون نظر اينديون هيون. ياقوت ۽ لال جهڙي دل کي وٺندڙ ۽ مست ڪندڙ چمڙي مبارڪ تي تمام سنهڙو پهرياڻ اهڙو تہ سهڻو لڳندو هو، ڄڻ نوري ملائڪ بشري ويس ۾ ڪي، دليون رنگڻ آيو هجي، محبوب جي صورت جي قدردان حضور سهڻا سائين رحمة الله عليه ڪهڙي تہ پيار ۽ محبت مان فرمايو آهي.

ڏسي صورت تنهنجي ۽ حسن وجمال، آيو نور سج چنڊ جي کي زوال.
تنهنجو نوري چهرو ڪمال در ڪمال، پير مٺا سائين پير مٺا سائين پير
خلق ۾ حسن جا جي ارباب هئا، ڏسي صورت تنهنجي سي بيتاب ٿيا.
توتان ڪيئي قربان مهتاب ٿيا، پير مٺا سائين پير مٺا سائين پير مٺا سائين پير.
تنهنجي ناز دلڙي آ موهي منهنجي، ازل ڪان ٿي آهيان مان گولي تنهنجي
زبان خواه دل ۾ آ بولي تنهنجي، پير مٺا سائين پير مٺا سائين پير مٺا سائين پير.

سندن صفتن کي جمع ڪرڻ يا انهن جي تعريف ڪرڻ ائين آهي ڄڻ سج کي ڏيو ڏيکارڻ، مٿي مبارڪ جي وارن کان وٺي پيرن جي ترين تائين انگ انگ سهڻو روشن ۽ اجرو هو، صديءَ جي مور محبوب سهڻا سائين رحمة الله عليه سچ فرمايو آهي.

ڏيکاريو جڏ سڄڻ چهرو، شرمندو شمس ٿيو ميرو.
قمر قربان سؤ ڀيرو، سڄڻ وه واه مٺل وه واه.

حضور پير منا جي گفتگو مبارڪ اهڙي تہ دل نواز هوندي هئي جو ٻڌڻ سان ڪن کي رس ۽ من کي چس ايندو هو. دل گهرندي هئي تہ پاڻ وينا ڳالهائن ۽ اسان وينا ٻڌون. آواز مبارڪ نہ تمام ٿلهو يا گهگهو ۽ نہ تمام سنهڙو پر اهڙو مردانہ مجاز، سريلو، دل ڪش ۽ مسحور ڪن هوندو هو جنهن کي جيترو وقت بہ ويهي ٻڌبو هو اهو بور يا ڪڪ نہ ڪندو هو بلڪ سندن تقرير وقت، ڪنهن ٻار پري ڪان رڙ يا گوڙ ڪيو تہ دل کي ڪاوڙ اچي ويندي هئي. ريلوي لائن پرسان هئڻ ڪري ڪنهن ڪنهن وقت ريل گاڏي لنگهندي هئي تہ دل جلي ويندي هئي تہ ريل کي بہ هن وقت اچڻو هو؟ هڪڙو هٿ هڪڙي ڪن جي پويان پيو هٿ، ٻئي ڪن جي پويان ڏئي ڪنڌ اڳتي ڪري ريل گاڏيءَ ڏي هٿن جي پٺ ۽ هٿن جي ترين ۽ آڱرين سان هٿن کي گول ٺاهي حضور جن جي آواز کي روڪڻ جي ڪوشش ڪبي هئي تہ اهو آواز ڪن جي اندر وڃي جيئن صاف ضاف صحيح معنيٰ ۾ مشڪ ۽ مهڪ ۾ موهيل مٺڙو آواز سمجهي سگجهي. هن غزل ۾ ڪيئن نہ سهڻا سائين رحمة الله عليه ترجماني ڪئي آهي.

تنهنجو گفتگو مکڻ ماکيءَ منو، تنهنجي ڪلڻ مشڪن دلين کي ڪنو.
تنهنجي خلق سهڻي آجگ کي منو، پير منا سائين، پير منا سائين، پير منا سائين پير.

سندن هٿن مبارڪن جو ڇا حال بيان ڪجي، نہ تمام ڊگها ۽ نہ تمام ننڍا، وچولا، سهڻا، سڀر، سندن آڱريون مبارڪ پريل پريل ڳاڙها، پورا، گوشت مان پر ٿيل هٿڙا، هٿن جي پٺن تي چمڪدار سفيد، نہ تمام ٿورا نہ تمام گهڻا، سهڻا وار مبارڪ اچي چمڙيءَ تي، سون تي سهاڳ لڳندا هئا، جڏهن عقيدتمند ۽ مريد هٿڙو مبارڪ وٺي اکڙين تي رکندا هئا تہ اکيون آليون، چشم روشن ۽ نيڻ نوري ٿي ويندا هئا. جڏهن چاهہ مان چمڻ لاءِ، چپڙا سندن پر نور، فيضان سحرهٿڙن تي رکندا هئا تہ ڄڻ سڄي بدن مان سيسرائيون نڪري ونديون هيون. ڄڻ آگر مبارڪ دل تي

رکڻ ڪان اڳ ئي بدن مست ومست مدام ٿي ويندو هو. اهڙو مزو، سرور ۽ قرار، جو دنيا ئي بدلجي ويندي هئي. سڀ ڏک، سور درد فراق، مصيبتون ۽ پريشانيون دور ٿي ويندون هيون. ڄڻ جيئري جنت ۾ پهچي ويو هجي، نور سان پر فيض سان پرپور، ساڄي هٿ جي اشهد آڱر، جڏهن اڳتي ڪري، محبت موه مسڪراهٽ سان دل تي رکندا هئا. ۽ الله الله جا الفاظ پنهنجي پياري منڙي ٻاجھ ڀري ٻولي ۾ زبان سان اچاريندا هئا ته دل جي ڪايا ئي پلٽجي ويندي هئي. اندر ۾ هزارين وولٽن جا بلب ٻري ويندا هئا. انگ انگ ۾ سڪون، چين ۽ هڪ عجيب قسم جو لرزو طاري ٿي ويندو هو. اندر مان اڌما ۽ هيانو ۾ هٻڪار محسوس ٿيندي هئي. ڪئيل ۽ ڪارو قلب قرار وٺندو هو. بقول ڀٽائي.

اي ڳت غواصن،جيئن سمنڊ سوجهيائون.
پيهي منجهه پاتال جي، ماڻڪ ميڙيائون.
آڻي ڏنائون،هيرا لال هٿن سين. (شاهہ)

اهڙا املهہ ماڻڪ، موتيءَ جا داڻا، ساهہ سيباڻا جن جي زيارت لاءِ سهڻا، سيبتا، سياڻا ننڍا وڏا،پوڙها پڪا، مرد عورتون، ٻار امير غريب، شهزادا ۽ بادشاهہ سڪندا هئا سي اڄ اسان سان ظاهري طرح موجود نہ آهن، پر روحاني طرح اڄ بہ اسان سان گڏ آهن، سڏ ۾ سڏ ڏيڻ وارا، مشڪل ڪشا، حق پير مٺا چوڻ سان، دل سان ياد ڪرڻ سان هر مصيبت دور ٿي ويندي آهي، پر افسوس

اڄ نہ اوطاقن ۾ طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين.
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا. (شاهہ)

هلچل جي هن فاني جهان کي تہ ظاهري سيني کي ڇڏڻو آهي، پر اهڙن الله جي پيارن درويشن لاءِ تہ زمين آسمان، سج،چنڊ سوڳ ۽ ماتم ڪندا آهن

ويا سي وينجهار هيرا لال ونڊين جي
تنين سندا پويان، سيهي نہ لهن سار
جي ڪٽن ڪٽ لوهار - تن کي ڪهڙو قدر سون جو

جهڙو لاجواب، بيمثال ۽ دلپذير محبوب هيو، الله تعاليٰ ان عظمت پري ذات لاءِ محب ۽ عاشق بہ اهڙو ئي بينظير پيدا ڪرڻ فرمايو. جيڪو سچائي ۽ صداقت جو پيڪر، جان ۽ مال فدا ڪندڙ هيو، جنهن سچي عاشقي ڪمائي پنهنجي محبوب جي محبت ۾، فنائيت حاصل ڪري ورتي، پنهنجي جسم گوشت پوست ۽ رڳ رڳ وار وار بلڪ روح قلب ۽ جان ۾ پنهنجي پير ڪامل جي محبت ڪي سمايو. انهيءَ محبت ڪي موت حياتي دنيا آخرت بلڪ دين ۽ ايمان سمجهيو. اهي حضور سهڻا سائين خواجہ خواجگان قطب دوران سيدي ومرشدي سهڻا سائين نورالله مرقده ئي آهن جن پنهنجي عشق جو اظهار هيٺين اشعارن ۾ فرمايو آهي

تنهنجي محبت تنهنجي الفت، روح منهنجو جثو جان منهنجو
دين منهنجو ايمان منهنجو، پڻ مذهب ملت سهڻا يار.
پير پيارا اندر جا ٺارا ساهہ جا سينگارا سهڻا يار،
گوشت ۾ تنهنجي پوست ۾ تنهنجي هوش ۾ تنهنجي محبت مون
خوراڪ منهنجي پوشاڪ منهنجي، پڻ موت حياتي سهڻا يار پير پيارا....

حضرات نقشبنديہ رحمة الله عليهم اجمعين جي پهرين تعليم ئي پير ڪامل جي محبت آهي، انهيءَ محبت ۾ جيترو ڪمال حاصل ٿيندو، سالڪ الله تبارڪ وتعاليٰ جو قرب ۽ محبت اوتري زياده حاصل ڪندو. بقول امام رباني مجدد منور الف ثاني حضرت خواجہ احمد سرهندي رضي الله عنه

ازان روئـ ڪـ چشـم تسـت احـول
ڪـ پيـر تسـت مقصـود اول

ترجمو: اهو مبارڪ منهن جنهن ڪان تنهنجي اک ٽيڏي (ٽيڙي) آهي تنهنجو پهريون مقصود تہ تنهنجو پير آهي، يعني سيني ڪان اول تنهنجي رسائي تنهنجي پير تائين آهي، ان ڪان پوءِ رسول الله ﷺ تائين تنهنجي رسائي ٿيندي.

سهڻا سائين رحمة الله عليہ پنهنجي پير ڪامل سان اهڙو گهرو قلبي تعلق قائم ڪيو ۽ پنهنجي پير جي ذات ۾ اهڙي فنائيت حاصل ڪئي جنهن جو مثال ۽ نظير آڻڻ مشڪل آهي.

سيد عبدالخالق شاهہ رحمة الله عليہ جنهن پنهنجي سموري زندگي سهڻا سائين رحمة الله عليہ جي خدمت ۾ گذاري، سفر ۽ حضر ۾ خادم خاص بنجي رهيو. روايت ڪري ٿو تہ حضور پير مٺا رحمة الله عليہ کي عاشق آباد شريف ۾ رهائش دوران پيٽ مبارڪ ۾ سخت سور جي شڪايت ٿي پئي. ٽي ڏينهن مسلسل ٻاهر مسجد شريف ۾ نماز باجماعت جي ادائگي لاءِ نہ اچي سگهيا. انهيءَ دوران پاڻ پنهنجي عاشق صادق پرواني ۽ پتنگ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن ڏانهن جلد پهچڻ جو نياپو موڪليائون. دين پور شريف ڪچي جي علائقي مان ڪين عاشق آباد (پنجاب) پهچندي ٽي ڏينهن لڳي ويا ۽ اهي ئي ٽي ڏينهن حضور پير مٺا جن نماز جا ادائگي واسطي مسجد شريف ڏانهن نہ اچي سگهيا جو ڪين سور جي سخت تڪليف هئي. سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن جيئن ئي عاشق آباد پهتا تہ حضور پيرمٺا جن کي فوري اطلاع ڏنو ويو. حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن کي ان وقت ئي پاڻ وٽ گهرايائون ڪجهہ تائير پنهنجي پير ڪامل وٽ ويهي جيئن ئي سهڻا سائين رحمة الله عليہ واپس ٿيا تہ ڪين بعينہ انهيءَ جڳهہ تي سور شروع ٿيو جتي پير مٺا رحمة الله عليہ جن کي سور جي تڪليف هئي. ايتري قدر جو پير ڪامل وٽان ٻاهر مسجد ڏانهن ايندي، سهڻا سائين هلي بہ نٿي سگهيا ۽ هوڏانهن حضور پير مٺا رحمة الله عليہ جي تڪليف بالڪل ڪافور ٿي ويئي تان جو پاڻ ٽيپهري نماز لاءِ مسجد ۾ رونق افروز ٿيا. معمول مطابق بالڪل تر وتازه هيا ۽ نصيحت واعظ فرمايائون جڏهن تہ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ جن کي سور جي تڪليف ايتري وڌي وئي جو ساڳي ٽيپهري جي نماز ڏاڍي ڏکيائي سان ادا

فرمايائون.

هن واقعي مان معلوم ٿيو تہ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه جي مڪمل فنائيت حضور پير مٺا ۾ هئي جنهن جي ڪري سندن درد سهڻا سائين رحمة الله عليه طرف منتقل ٿي ويو.

حضور پير مٺا تبليغي سفر ۾ عاشق آباد (پنجاب) ايڪسپريس ريل گاڏي ۾ وڃي رهيا هئا. گاڏي چني ڳوٺ اسٽيشن تي ڪا نہ بيهندي هئي پر ڪجهہ ميل اڳتي ديرو نواب اسٽيشن تي بيهٽي هئي. چني ڳوٺ اسٽيشن ڪان جيئن اسپيڊ ۾ گاڏي گذري تيئن سهڻا سائين رحمة الله عليه ٽپو ڏيئي عاشق آباد مان سائيڪل ڪاهڻ هليا ويا تہ جيئن عاشق آباد تائين حضور پير مٺا پنڌ نہ هلن. ڪمال ڪرامت ٿي جو ڪين سواءِ ڪجهہ رهڙن جي ڪوبہ گهڻو زخم ڪين رسيو، چا تہ صداقت ۾ قرباني آ- عقل حيران آ-

حضرت پير مٺا جن تبليغي دوري تي راڻيپور جي قريب فقيرن جي ڳوٺ،پٽي ماڇي لاءِ رحمت پور شريف ڪان روانا ٿيا. سهڻا سائين حسب ارشاد ساڻن گڏ هلڻا هيا، مگر رحمت پور شريف جي نظام سنڀاليندڙن خلفاءِ بوجوه سهڻا سائين رحمة الله عليه کي وڃڻ ڪان ممانعت ڪئي،پاڻ تہ نہ وڃي سگهيا، مگر پنهنجي محبت عشق ۽ والهانہ تعلق جو ثبوت ڏيندي آس پاس جي سندن تبليغي علائقي جي جماعت کي تاڪيدي خط موڪليو تہ خبردار! متان اسان جي غير حاضري ڪري،محبوبن ڪريمن (پير مٺا رحمة الله عليه) جي خدمت مبارڪ ۾ پهچڻ ۾ ڪا سستي ڏيکاريو، اوهان ۽ اسان مرشدن جا غلام آهيون. اسان جو اوهان سان تعلق بہ،سندن جي رضا ۽ خوشنوديءَ خاطر آهي. هاڻي اهڙو تعلق تڏهن ئي برقرار رهي سگهندو جڏهن اوهان سچي محبت جو ثبوت ڏيندي، اڳي ڪان بہ زياده تعداد ۾ پير مٺا جن جي خدمت ۾ ڳوٺ پٽي ماڇي پهچو، قاري غلام حسين صاحب ٻڌايو تہ پاڻ

هي الفاظ به تحرير فرمايائون ته ٻارين ٻچي گهر خالي ڪري دروازن کي تالا هڻي پهچي وڃو. هي عاشق صادق جي گهري رابطي محبت ۽ عشق جو انداز هيو ته ٻئي طرف سندن محبوب ۽معشوق پير مٺا رحمة الله عليه جن ڳوٺ پٽي ماڇي پهچڻ بعد نماز ظهر جي ادائگي کان پوءِ سهڻا سائين رحمة الله عليه جن کي ياد فرمايو. عرض ڪيو ويو ته پاڻ نه اچي سگهيا آهن. سندن جو چهره انور جيڪو هميشه گلاب جي گل وانگر گلابي رهندو هو، تي سخت ناراضگي جا آثار ظاهر ٿيا ۽ اجا به وڌيڪ ياقوت وانگر لال ٿي ويو ۽ فرمايائون "مڏي پٽو" يعني ٽپڙ کڻو اسان واپس ٿا وڃون. ڪجهه لمحا خاموش رهڻ بعد فرمايائون ته سهڻا سائين رحمة الله عليه کي جلدي گهرايو. تعميل ارشاد ڪندي جلد ماڻهو موڪليو ويو ۽ سهڻا سائين رحمة الله عليه حاضر خدمت ٿيا.

اهڙا ڪيترا ٻيا به مثال ۽ واقعا موجود آهن جن ۾ حضور خواجه خواجگان پير مٺا رحمة الله عليه جن جي سهڻا سائين رحمة الله عليه جن سان بي انتها شفقت قرب پيار ۽ محبت ظاهر ٿئي ٿي جيئن لانگري مولوي عبدالرحمان رحمة الله عليه (ڏاڏو لانگري) روايت ڪري ٿو ته هڪ دفعي حضور پير مٺا رحمة الله عليه فرمايو ته اسان جي دل چاهي ٿي ته زمرد ۽ سون جو محل ٺهرايون ۽ انهيءَ ۾ مولوي صاحب (سهڻا سائين رحمة الله عليه) کي وهاري ڏسندا رهون، حقيقت هي آهي ته سهڻا سائين رحمة الله عليه جن جي سچي عاشقي والهانه محبت عقيدت جانثاري ۽ وفاداري حضور پير مٺا رحمة الله عليه جن کي ايتري ته پسند آئي جو سهڻا سائين رحمة الله عليه کي پنهنجي ذات جو حصو سمجهندا هئا بلڪ بقول شاهه ڀٽائي رحمة الله عليه

عاشق سي چئجن جن تي عاشق پاڻ ٿيو،
اهڙي رنگ رچن سي عاشق ئي معشوق ٿيا.

سهڻا سائين رحمة الله عليه طالب هيا مگر پنهنجي خلوص سچائي صداقت سان سچو نينهن لڳائي پنهنجو پاڻ ارپي تن من ڌن کي يار تان فدا ڪري طالب مان مطلوب بنجي ويا. جنهن جي ثبوت ۾ هيٺيون چند روايات معتبر شخصيات جون پيش ڪجن ٿيون.

(١) سيد محمد مٺل شاھ مدظله (قاضي احمد) ٻڌايو تہ هڪ دفعي حضور پير مٺا رحمة الله عليه فرمايو تہ مولوي صاحب (سهڻا سائين رحمة الله عليه) پنهنجي محبت واري ڄار ۾ اسان کي ڦاسائي قابو ڪيو آهي، هي طريقت جا شير آهن انهن جي ڪري اسان سنڌ ۾ رهيا آهيون اسان جا وفادار ساٿي آهن ۽ اسان کان پوءِ اهي ئي طريقہ عاليہ کي اڳتي هلائيندا.

(٢) مولوي بخش علي ڪوسو صاحب روايت ڪري ٿو، سهڻا سائين نور الله مرقده متعلق پير مٺا رحمة الله عليه خلفا کي ارشاد فرمايو "هن جوان جو توهان کي کهڙو قدر، هن جي جتيءَ ۾ توهان جو پير نٿو اچي سگهي. اسان ۽ هي هڪ شيءِ آهيون، جهڙي طرح هڪ شيشيءَ ۾ عطر هجي ۽ ٻي خالي هجي، خالي شيشيءَ ۾ انهيءَ مان عطر وڌو وڃي تہ ٻنهي شيشين ۾ هڪ ئي عطر هوندو. ان ۾ ڪنهن بہ قسم جو فرق نہ هوندو. اهڙي طرح اسان ۽ مولوي صاحب (سهڻا سائين رحمة الله عليه) جي وچ ۾ ڪو بہ فرق نہ سمجهو، ڪجهہ ماڻهو چون ٿا تہ هي خليفو آ، ان کان ٻين کي ڪيئن ذڪر وٺرائي ڏيون. پير صاحب کان ذڪر وٺرائي ڏينداسين. چخے دشمن (هي لفظ پاڻ ڪاوڙ جي حالت ۾ استعمال فرمائيندا هئا) تون ڇا ٿو سمجهين تہ هيءَ ڪا ٻهہ جي باھ آهي جيڪا جلدي وسامي خاڪ ٿي ويندي، هتي شينهن ٻڌل آهن هي ڪم ڏينهون ڏينهن وڌندو رهندو، بعد ۾ حضرت امير خسرو رحمة الله عليه جو هي شعر پڙهيائون.

من تو شدم تو من شدي

من تن شدم تو جان شدي
تاكس نہ گويد بعد ازين
من ديگرم تو ديگري

ترجمو: (مان تون ٿي ويس، تون مان ٿي وئين، مان جسم ٿي ويس تون جان بنجي وئين ايتريقدر جو ڪو بہ هئين نہ چئي سگهي تہ مان ٻيو آهيان ۽ تون ڪجھ ٻيو آهين (بلڪ هڪ ٿي آهيون)

(٣) هي روايت جماعت جي جهونن صحبت يافتہ فقيرن ٻڌائي تہ پير مٺا رحمۃ الله عليه. سهڻا سائين نورالله مرقده متعلق ارشاد فرمايو تہ سڀاڻي قيامت جي ڏينهن منهنجو پير مون کان پڇندو تہ سنڌ ۾ تو کهڙو ڪم ڪيو؟ تہ اسان عرض ڪنداسون تہ حضور منهنجو شڪار (منهنجي محنت جو ڦل) هي مولوي صاحب (سهڻا سائين رحمۃ الله عليه) ئي آهي.

ايمان جو ڪمال حضور نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جي محبت حاصل ڪرڻ سان ئي ممڪن آهي ۽ جيڪو شخص مؤمن هجڻ جي دعويٰ ڪري ٿو مگر عشق رسول الله ﷺ ۾ ڪمي آهي تہ اهو ان جي ايمان جي ناقص هجڻ جو نشان آهي، جيئن تہ حضور ﷺ فرمايو "لَا يُؤْمِنُ اَحَدُكُمْ ........ الحديث"اوهان مان ڪو ان وقت تائين ايمان وارو نہ آهي جيستائين پنهنجي جان پنهنجي اولاد ۽ سڀني ماڻهن کان وڌيڪ محبت مون سان نہ رکي. (بخاري ومسلم)

عشق ۽ محبت رسول ﷺ ڪي پرکڻ جي ڪا ڪسوٽي اگر آهي تہ اها عشق صحابہ جي صورت ۾ موجود آهي. صحابہ جي سرواڻ ۽ عاشق رسول ﷺ، سيدنا صديق اڪبر رضي الله تعاليٰ عنه وانگر صديقي صفت. سهڻا سائين رحمۃ الله عليه جن کي آنحضرت صلي الله عليه وسلم جي ذات والاصفات سان والهانہ عشق قلبي گهرو تعلق ديوانگي جي حد تائين حاصل هيو، آنحضرت ﷺ جو اسم گرامي سندن جي آڏو ورتو ويندو هو تہ سندن اکين ۾ آب جسم تي لرزو طاري ٿي ويندو هو.

سندن اسم گرامي کي بغير وضو زبان تي آڻڻ پسند نہ فرمائيندا هئا. سندن جي رسول الله صلي الله عليہ وسلم جن سان عشق ومحبت جذبہ وجنون شوق ۽ مستي واري ڪيفيت جو مشاهدو پراڻن صحبت يافتہ فقيرن ساليانہ عرس مبارڪ جي موقعي تي ڪيو هوندو. جڏهن پاڻ پنهنجي منڙي پردرد، پرسوز، ڳنڀير آواز ۾ هي اشعار پڙهندا هئا ۽ امت جي حالت زار، دين کان دوري جي فرياد سندن خدمت ۾ پيش ڪري خصوصي توجہ ۽ نظر التفات لاءِ التجائون ڪندا هئا.

اے خاصۂ خاصانِ رُسل اب وقت دعا ہے
امت پہ تیري آکے عجب وقت پڑا ہے
جو دین بڑي شان سے نکلا تھا وطن سے
پردیس میں وہ آج غریب الغرباء ہے
فریاد ہے اے کشتیٔ امت کے نگہبان
بیڑا یہ تباهي کے قریب آن لگا ہے
اے چشمہ زمت بابي انت وامي
دنیا پہ تیرا لطف سدا عام رہا ہے

اهي پر درد اشعار پڙهي جي پاڻ هنجون هاريندا هئا ۽ محفل ۾ موجود هزارين سامعين حاضرين کي زاروقطار روئاريندا هئا ۽ بيخودي جي عالم ۾ هي نعره مستانہ بلند فرمائيندا هئا. يارسول الله صلي الله عليہ وسلم اسان جي جان اسان جو مال اوهان تان قربان، اسان جو اولاد اسان جو وطن، مڏي، مال هزار بار لک بار قربان قربان قربان- ائين محسوس ٿيندو هو تہ اهي سڀ شيون پاڻ پنهنجي آقا تان قربان ڪري ڇڏيون اٿن ۽ اهي اقرار ۽ وعدا موجود سامعين ۽ حاضرين محفل کان وٺڻ فرمائيندا هئا ۽ فرمائيندا هئا تہ هڪ جان ڇا لکين جانيون قربان آهن. هي جان ڪهڙي شيءِ آهي عشق رسول الله صلي الله عليہ وسلم ۽ خدمت دين جي مقابلي ۾ ڪا بہ حيثيت نہ ٿي رکي. انهيءَ پروجد ۽ پرڪيف لمحات ۾ ائين محسوس ٿيندو هيو تہ آقا ومولي ﷺ بنفس

نفيس رونق افروز ٿي چڪا آهن ۽ پاڻ پنهنجي اکين مبارڪ سان سندن زيارت ڪري رهيا آهن، بعض اوقات اهڙن لمحات ۾ ڪرسي مبارڪ تان اٿي "يارسول الله ﷺ" جو نعرو هڻندا هئا. اهڙي ڪمال محبت جي طفيل جڏهن اهلبيت حضرات، سهڻا سائين رحمة الله عليہ سان ملڻ ايندا هئا تہ پاڻ عذر جي ڪري ڪرسيءَ تي ويهڻ سبب انهن کي بہ ڪرسيءَ تي ويهاريندا هئا ۽ نماز پڙهڻ واسطي انهن لاءِ خاص جاءِ نماز (مصلو مبارڪ) وڇرائڻ فرمائيندا هئا.

الله تعاليٰ پنهنجي محبت جو معيار ۽ ڪسوٽي تعبيداريءَ رسول الله صلي الله عليه وسلم کي قرار ڏنو آهي. عشق رسول جي دعويدار کي سنت رسول جي ڪسوٽيءَ تي پرکيو، اگر سنت تي ثابت ۽ قائم آهي تہ اهو پڪو عاشق رسول آهي ۽ پنهنجي دعويٰ ۾ سچو آهي. اهڙي طرح سهڻا سائين رحمة الله عليه سنت ۽ شريعت مطابق پنهنجي عملي زندگي کي بنائي ڇڏيو ۽ پنهنجي معتقدين مريدن کي شب وروز سنت ۽ شريعت جي تعبيداري جو تاڪيد ڪندا رهيا ۽ فرمائيندا هئا تہ اسان جو خليفه يا مريد، سنت ۽ شريعت جي خلاف ڪم ڪري تہ اسان جو ان سان ڪو تعلق نہ آهي، خصوصًا ڏاڙهي مبارڪ، ڏنڊڻ ۽ پٽڪو مبارڪ جيڪي سنڌ ۾ متروڪ العمل ٿي چڪا هئا، يعني رواج کان ٻاهر ٿي چڪا هئا انهن کي نئين سر ترويج ڏنائون جو سندن جي معتقدين ۽ مريدين جون اهي سنتون نشان بنجي ويون.

سهڻا سائين رحمة الله عليه جي الله تعاليٰ سان شديد محبت ۽ ايمان، رسول اڪرم صلي الله عليه وسلم سان والهانہ عشق ۽ اطاعت، سنت ۽ شريعت سان پيار، پير ڪامل سان سچو نيهن ۽ ڪامل فنائيت جون جهلڪيون سندن جي پيارن نيارن سهڻن شهرن ۾ ملنديون، جمله جماعت کي تاڪيد ڪجي تو تہ هن عظيم روحاني نوراني لاثاني خزينہ رحمت ۽ گنجينہ گوهر ڪتاب (ڪلام ولي) مان پنهنجي دل، دماغ ۽ روح کي راحت پهچائين ۽ فيضياب ٿين بلڪ پنهنجي احباب اولاد کي بہ هن عظيم سعادت کان محروم نہ ڪن.

حضرت علامه مولانافقير حبيب الرحمٰن گبول طاهري
مدير ادارة المعرفه ۽ مدير ٽه ماهي الطاهر

# ڪلام ولي

## هڪ جائزو

حَامِدًا وَّمُصَلِّيًا وَّمُسَلِّمًا

اما بعد!! ڇا هيءُ عاجز ادنيٰ انسان جنهن وٽ نه قابل ذڪر ڪو علم آهي نه عمل، علم ادب ۽ شعر وشاعري ڪان ته بنهه بي خبر، وري تبصرو يا تقريظ اعليٰ اوصاف واري، الله جي پياري وقت جي ڪامل ولي،پير طريقت حضرت قبله الحاج الله بخش عباسي غفاري نقشبندي نورالله مرقده جي ڪلام تي، سو به منظوم علم ادب جو شاهڪار، عمل بعزيمت جو داعي،پر تاثير پر فيض وبرڪت

چه نسبت خاک را با عالم پاک

پر قربان وڃان ان ڪامل جي قرب ۽ ڪرم نوازي تان جنهن ماڻ تي مينهن وسائي مون مسڪين کي قلم ۽ ڪلام جي قدرن ڪان نه فقط واقف ڪيو،پر مختلف لکڻيون لکڻ جي ترغيب ڏني، لکيل مضمون پڙهي ٻڌي انهن جي اصلاح ڪئي ۽ منهنجي تربيتڪئي هي حقيقت آهي ته اڄ مون ۾ جيڪا ٿوري گهڻي لکڻ پڙهڻ جي لياقت ۽ صلاحيت آهي سا سندن نظر ڪرم ۽ توجه، عنايت جو صدقو آهي، ورنه"من آنم ڪه خود دانم" اڄ به سندن سجاده نشين سيدي سڄڻ سائين دامت برڪاته جي

خصوصي حڪم مطابق "ڪلام ولي" جي تعارفي سلسلي ۾ قلم ۽ ڪاغذ هٿ ۾ آهي. وَاللهُ هُوَ الْوَلِيُّ الْمُسْتَعَانُ

شعر وشاعري بہ الله عز وجل جي بيشمار احسانن مان هڪ نرالي نعمت ۽ خدا جي ڏنل ڏات آهي، پوءِ ڪن ڏات ڌڻين تہ ان کي صحيح استعمال ۾ آڻي الله تعاليٰ، ان جي حبيب صلي الله عليه وسلم جي حمد ونعت ۽ الله وارن عالمن، عارفن جي تعريف وتوصيف ۾ مداحون ۽منقبتون جوڙيون، امر ونهي ۽ وعظ ونصيحت وارا شعر ٺاهي ۽ پڙهي مخلوق کي خالق ۽ ان جي برگزيده بندن ڏي موڙي متوجہ ڪيو ۽ ان نموني گهڻا ماڻهو نيڪو ڪار، پرهيزگار بڻيا انهيءَ قسم جي شعر کي حديث شريف ۾ " شعر حسن" (سٺو ۽ فائدي وارو شعر) ڪوٺيو ويو آهي. جڏهن تہ ڪن شاعرن وري وقت جي والين، اميرن ڪبيرن جي صفت ساراه ڪري پنهنجون خداداد لياقتون ۽ صلاحيتون مايا ميڙڻ يا نالي ناموس جهڙن مادي نفعن حاصل ڪرڻ ۾ ضايع ۽ برباد ڪري ڇڏيون، انهيءَ قسم جي شعر کي حديث شريف ۾ شعر قبيح (خراب شعر) چيو ويو آهي (ڏسو حديث نمبر ٧٩٧٩ حصو ٽيون ڪتاب ڪنز العمال روايت ام المؤمنين سيده عائشہ صديقه رضي الله عنها) اهڙن ئي شاعرن ۽ انهن جي پوئلڳن کي گمراه ۽ بي دين ڪوٺيو ويو آهي (ڏسو آيت نمبر ٢٢٤ سورة شعراءِ جو تفسير)

مطلب تہ چڱي مقصد لاءِ شعر شاعري ڪرڻ بہ چڱو ڪم ۽ بعض جليل القدر صحابہ ڪرام جهڙوجهڙوڪ حضرت ابوبڪر صديق، حضرت علي، حضرت حسان رضي الله عنهم ۽ اهل بيت عظام (خاتون جنت سيده فاطمه الزهراءِ ۽ حضرت امام زين العابدين رضي الله عنهما) فقه جي ڪن امامن (جهڙوڪ حضرت امام شافعي رحمه الله عليه ۽ بين گهڻن ڪامل ولين، عالمن ۽ عارفن جي سونهري سنتَ ۽ مقصد جي آڌار تي اجر ۽ثواب جو ذريعو پڻ آهي طريقہ عاليہ نقشبنديہ جي اول باني امير

المؤمنين حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه (جن جي منظوم مناجات ( خُذْ بِلُطْفِکَ يَا اِلٰهِيْ مَنْ لَہٗ زَادٌ قَلِيْلٌ مُفْلِسٌ بِالصِّدْقِ يَأْتِيْ عِنْدَ بَابِکَ يَا جَلِيْلُ) ملڪان ملڪ مشهور آهي) ڪان وٺي حضرت پير سهڻا سائين رحمة الله عليه جي مرشدن حضرت پير فضل علي قريشي ۽ حضرت خواجه محمد عبدالغفار عرف پير مٺا رحمة الله عليهما تائين گهڻن نقشبندي بزرگن جا بهتر ڪان بهتر علمي ۽ادبي اصلاحي شعر ملن ٿا. حضرت قبلہ سهڻا سائين قدس سره جي شاعري بہ انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

## ٽي اهم خوبيون

جيئن تہ حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه هڪئي وقت ۾ علم بہ هيا تہ عامل بہ، وقت جا ڪامل ولي بہ، تہ ساڳي وقت ۾ سنڌ جي ساهتي پرڳڻي جا قديمي رهواسي،فصيح ۽ بليغ اديب پڻ، انهيءَ حوالي سان سنڌن

**اول:** ڪلام ۾ هڪ اديب جي ڪلام جيان سلاست، سادگي ۽ معاشري ۾ مروج ادبي اصطلاحات ۽ تشبيهات جي چاشني بہ موجود آهي، جنهن سان باب الاسلام سنڌ جي ادبي تاريخ ۾ هڪ نئين روشن باب جو اضافو پڻ ٿيو آهي.

**دوم:** انهيءَ خوبيءَ ڪان وڌيڪ اهم خوبي هي تہ دين جو درد، فڪر امة محمديه عليٰ صاحبها الصلواة والسلام جي ديني بيداري ۽ اصلاح احوال جو اونو سنڌن لونءِ لونءِ، رڳ رڳ ۾ سمايل هيو، ان ڪري سنڌن شاعري دل جي ترجماني ڪندي ٻڌندڙن جي دلين تي اثر انداز ٿيندڙ آهي اهوئي سبب آهي جو اڄ بہ سوين سالڪ عقيدت ومحبت وچان سنڌن شعر پڙهن ٿا تہ انهن جي اکين مان آب جاري ٿيو پوي ۽ دلين ۾ شريعت تي

عمل ڪرڻ جو جذبو ۽ شوق پيدا ٿئي ٿو" ڪلام ولي" پڙهندي اصلاح احوال جو پهلو اوهان کي نمايان نظر ايندو

**سوم :** نثري تقرير جيان سندن منظوم ڪلام بہ اصلاحي، اخلاق ۽ پيار واروگلا غيبت ۽ اختلافي عنصر کان آجو، صاف، شفاف ۽ اسلامي اخوت جو آئينہ دار آهي،سندن پر تاثير ڪلام، دوستي ۽ محبت جي ڪڙي سا ڪٽيل قلبن کي ڪيني ڪدورت جي ڪس کان پاڪ، نہ جو ۽ نرم ڪري خدا جي ياد سان اجو ۽ اجرو بنائيندڙ ثابت ٿيو آهي، سچ پچ تہ سندن ڪلام جي هر ڪلمي، شعر، مصراع بند بلڪ هر هڪ حرف مان حقيقت جا هيرا ۽ الهي معرفة جا موتي ملن ٿا ان جي سٽ سٽ ۾ سچائي سوز وگذار، قلب ۽روح جي راحت ۽ سڪون سمايل آهي جيڪو باطني باغن باغيچن لاءِ بهار ۽ برسات جو سمان آهي.

پلا ايترو اثرائتو ڪلام ڇو نہ هجي جڏهن تہ سندن ڪلام، ڪلام الهي ۽ حديث حضرت حبيب ڪريم ﷺ جو آئينہ دار، تصوف ۽ طريقت جو ترجمان آهي، پاڻ نہ فقط مفهوم ۽ مقصد جي ترجمان ڪئي اٿن پر ڪثرت سان قرآني آيتن۽ نبوي حديثن جو سلوڻي سنڌي ٻولي ۾ منظوم ترجمو پڻ ڪيو اٿن، بلڪ ڪن شعرن ۾ تہ قرآن ۽ حديث جا بابرڪات ڪلمات بعينہ استعمال ڪيا اٿن، جيڪا سندن ڪلام جي هڪ امتيازي خوبي آهي ان حوالي سان نموني طور سندن منظوم ڪلام مان چند منتخب شعر هيٺ ڏجن ٿا.

مچ نصيحت منهنجي يار تون، ٿي غير کان بيزار تون
ڇڏ غير جا فڪر ڏيان تون ڏنڌا سڀ وسار تون

١- قُلِ اللّٰہُ پڙهہ قرآن تون- ثُمَّ ذَرْهُمْ جو بہ بيان تون
ڇڏ غير جا فڪر ڏيان تون- ڏنڌا سڀ وسار تون

٢- رک هوش ولين جو ادا شان تہ ڏس تون

اِنَّ اَوْلِيَآءَاللهِ ڪولي قرآن ته ڏس تون
لَا خَوْفٌ عَلَيْهِمْ سڻ ارشاد تون باري
۳- ذڪر ڪان نه ٿي دم تون غافل ادا
امر فَاذْكُرُوْنِيْ آهي ثابت ادا
ذڪر ڪر ذڪر ڪر ذڪر ڪر ذڪر ڪر
۴- سندن مجلس آهي غريبن جي
آهي سنگت جماعة غريبن جي
نبوي خاص بشارت غريبن جي
فَطُوْبىٰ لِلْغُرَبَاءِ آ حديث سچي

هي چند شعر ته اهي آهن جن ۾ قرآن وحديث جا بابرڪات ڪلمات بعينه استعمال ٿيل آهن، جڏهن ته انهن شعرن جو انگ اجا به زياده آهي جن ۾ قرآني آيات ۽ احاديث نبويه عليٰ صاحبها الصلوات والتسليمات جو ترجمو يا خلاصو مطلب بيان ٿيل آهن، انهيءَ قسم جا ڪجهه شعر به هيٺ ڏجن ٿا.

۵- قرآن شريف جي آيت وَمَا خَلَقْتُ الْجِنَّ وَالْاِنْسَ اِلاَّ لِيَعْبُدُوْنِ ۽ آيت وَمَا مِنْ دَابَّةٍ فِي الْاَرْضِ اِلاَّ عَلَي اللهِ رِزْقُهَا ٻنهي آيتن جو هڪ ئي شعر ۾ ترجمو ڪندي فرمايائون.

٦- لئي معرفت حاصل ڪرڻ پرور توڪي پيدا ڪيو
رزق روزي جو ذمو سارو آهي پاڻ تي ڪنيو
قرآن ۾ سو صاف ظاهر رب آ وعدو ڪيو
ڏسي الله جا ڪرم احسان ڪجهه شرم ته ڏار تون

۷- اهڙي طرح آيت مبارڪ اَلاَ بِذِكْرِاللهِ تَطْمَئِنُّ الْقُلُوْبُ ۽ حديث رسول مقبول ﷺ اِذَا ذَكَرَا للهَ خَنَسَ ٻنهي جي وضاحت هيٺين شعر ۾ فرمائي اٿن.

ذكــر ســان اڇــي تــو قلــب كــي قــرار
ذكــر نفــس مــارڻ جــي لاءِ آ تــرار
ذكــر سـان پڇـي ٽئـي تــو شيطــان بيــزار
ذكــر كــر ذكــر كــر ذكــر كــر ذكــر كــر

مشكواة المصابيح ۾ موجود حديث مَثَلُ الَّذِيْ يَذْكُرُ رَبَّهٗ وَالَّذِيْ لَا يَذْكُرُ مَثَلُ الْحَيِّ وَالْمَيِّتِ جي حوالي سان خطاب كندي فرمائن ٿا.

٨- تو ذكر كمايو نہ ذاتي آ- تو اجائي وڃائي حياتي آ
اهو جيئرو نہ آهي مماتي آ- حكم منجهہ حديث نرواراادا
رهہ نہ دم ڏٺيءَ كان ڏار ادا، منجهہ ذكر الٰهي گذار ادا

قدسي حديث شريف لَا يَسَعُنِيْ اَرْضِيْ وَلاَ سَمَائِيْ وَلٰكِنْ يَّسَعُنِيْ قَلْبُ عَبْدٍ مُّؤْمِنٍ جو بامحاوره ترجمو كندي فرمائن ٿا

٩- زمين آسمانن ۾ مان نہ سمايان، منجهہ قلب مؤمن جي ديرو كيو
آهــي دوســت دل ۾ ادا ديــرو كيــو
تــو گــهــر يــار جــو ڇــو آ مــيــرو كــيــو

حديث شريف اَوْلِيَاءُاللّٰهِ اِذَا رُؤُ وْاذُكِرَ اللّٰهُ جو مفهوم بيان كندي فرمائن ٿا.

١٠- جنهن جي ڏسڻ سان ادا- اڇي ياد ٿو رب العليٰ
ان طرح ڇيو خير الوريٰ- سو پير وٽ تون پير وٽ

# سندن شاعري جا ٻہ دور

حضرت قبلہ سهڻا سائين نور اللّٰہ مرقده جا اكثر اشعار مسند نشيني كان اڳ يعني ١٣٥٤هہ كان ١٣٨٣هہ جي وچ واري زماني جا آهن، جنهن ۾ حضرت پير مٺا رحمة اللّٰہ عليہ بترتيب عاشق آباد شريف ضلع ملتان، دين پور شريف ۽ آخر ۾ درگاهہ رحمت پور شريف لاڙكاڻي

شهر ۾ مقيم رهيا ، اڪثر ڪري اهو عرصو حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليہ بہ سندن صحبت ۽ خدمت ۾ موجود رهيا ، ان ڪري سندن شعرن ۾ جابجا انهن ٽنهي مرڪزن جا نالا ملن ٿا .

فقير شير محمد ڪونڌر جي چواڻي حضرت قبلہ سهڻا سائين نورالله مرقده سڀ کان اول "يار سنياسي سڪ سچيءَ سان ذڪر ذاتي ڪن ٿا " شعر ناهيو، ان ڪان پوءِ ٻيا شعر ناهيائون.

البتہ پاڻ ڪجھ شعر مسند نشيني کان بعد پڻ ناهيائون جهڙوڪ

سدا ياد رهن ٿا سنگهار عمر- گهڙي پل نہ وسرن ٿا پهنوار عمر
ڏاڍي آس اندر ۾ اڪير آهي، بوتو هتڙي ساه ملهير آهي
وس ڪونہ هلي جهليو تقدير آهي- سگهو سانگهي لهندا مٺي جي سار عمر
قسمت سانگين کان هي وڇوڙا وڌا- جدا جالڻ مون کي ڏکيا ڏينهن ٿيا
سورن ساڙي ڇڏيو جلي جيرا ويا- وڌي حد کان ويا آزار عمر

مون کي چڱيءَ طرح ياد آهي تہ حضرت پير مٺا رحمة الله تعالىٰ عليہ جي وصال بعد جڏهن حضرت سهڻا سائين قدس سره درگاهہ فقيرپور شريف جو بنياد رکيو هيو، تن ڏينهن ۾ مٿن گهڻي رقت طاري ٿي ويندي هوندي هئي. وعظ نصيحت بہ تمام مختصر ڪندا هيا ، مراقبي دوران فراق ۽ وڇوڙي وارا درد ڀريا شعر پڙهندا هيا تہ بيساختہ مٿن گريہ جي حالت طاري ٿي ويندي هئي، نتيجتًا سموري جماعت تي ان جو اثر پوندو هيو، جذبو ۽ گريہ تہ عام هوندو هيو، پر گهڻا اهل دل، اهل ذڪر محبت وارا بي اختيار مڇيءَ وانگر مٽي تي تڙپندا ليٽندا نظر ايندا هيا ، ڪي بي خودي جي عالم ۾ قريبي قبرستان جي جهنگل يا پوکن ۾ ڪاهي پوندا هيا ۽ ڪلاڪن جا ڪلاڪ جذبہ ۾ گذارڻ بعد جيئن ئي افاقو ٿيندو هيو، موٽي مسجد شريف ۾ ايندا هيا .

هڪ ڏينهن پاڻ گريہ جي عالم ۾ مذڪوره (سدا ياد رهن ٿا)

شعرن جون مصراعون پڙهندي بيساخته روئي به رهيا هيا ۽ تڪرار ڪندي ان جي الفاظ ۾ ردوبدل به ڪري رهيا هئا ، ان ڏينهن گريه ۽ جذبو ايتري ته ڪثرت سان هيو جو شايدئي ڪا اهڙي هجي جا آلي نه ٿي هجي.

# في البديهه شعرگوئي ۽ ادبي اصطلاحات

حضرت سهڻا سائين رحمة الله تعاليٰ عليه کي الله تعالي شعرگوئي جو ملڪو عطا فرمايو هيو ، بلاتڪلف في البديهه موقعي جي مناسبت سان موزون شعر ٺاهي پڙهڻ سندن لاءِ آسان هوندو هيو ، چنانچه حضرت قبله خليفه سيد نصيرالدين شاهه صاحب رحمة الله تعاليٰ عليه راقم الحروف کي ٻڌايو ته هڪ دفعي حضرت پير مٺا رحمة الله تعاليٰ عليه ۽ حضرت سهڻا سائين قدس سره ۽ ڪجهه ٻيا فقير به ساڻن گڏ هيا ، چانڊوڪي رات هئي ، موجن ڀرئي مهراڻ جو سفر هيو حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه نظر ڪٿي چنڊ ڏي نهاريو ، وري پنهنجي پير ڪامل پير مٺا رحمة الله عليه جي رخ انور ڏي ڏٺو فوراً هيٺيون شعر پڙهڻ لڳا .

ڏسي صورت تنهنجي ۽ حسن وجمال
آيو نور سج چنڊ جي کي زوال
حسن تنهنجو سهڻا ڪمال در ڪمال
پير مٺا سائين پير مٺا سائين پير مٺا

مافي الضمير سمجهائڻ ۽ ذهن نشين ڪرائڻ لاءِ برک شاعر ۽ اديب به معاشري ۾ استعمال ٿيندڙ استعارا ، تشبيهون ۽ جڳ مشهور حقيقي يا فرضي اهم شخصيتن جو ذڪر ڪندا آهن، جيئن سماج جو هر فرد ڪين پنهنجي معاشره جو هڪ فرد همدرد ، هڏڏوڪي ۽ پنهنجو ترجمان سمجهي اثر قبول ڪري. حضرت سهڻا سائين رحمة الله عليه ته واقعي طور تي پنهنجي اردگرد جي ماحول تي گهري نظر رکندڙ، دوربين

دورانديش، مزاج شناس باطني مرضن جا نبض شناس حاذق حڪيم ۽ طبيب سچا سچڻ ۽ خيرخواهه هيا،ان ڪري پاڻ شعرن ۾ جڳ مشهور شخصيتن ۽ شين (مثلا عمر،مارئي، منصور، پنهون، پنهوار، سانگي، ساڳ، للر، لوٽڪ، ملير، ڪانگ، ۽ ڪبوتر وغيره) جو ذڪر ڪري حقيقي عشق جي راهه ۾ ڏک سور سختيون سهڻ صبر ڪرڻ ۽ جفا جاڪوڙ ڪرڻ جي ترغيب ڏني،ملاحظه ڪندا چند وڇوڙي فراق وارا شعر جيڪي پاڻ پنهنجي مرشد رحمة الله عليه جي لاڏاڻي بعد درد فراق وچان چيائون

دل تان ڪين لهن ٿا ڏٺي سي ڏنار عمر- جن سان گڏ مون گذاري ڄمار عمر

ڏني ڏوٽين جي آهن ڏينهن ٿيا- سڪندي سانگين لاءِ لنگهي سال ويا

ڪوٺي قسمت منهنجي پنهجي وڇوڙا ويا- جيڪي جيءُ جوجيا پوني ويا ڏار عمر

يا الله بخش ثابت سڪ سنگهارن جي- رهان پرت ۾ پوريٽي پنهوارن جي

لوئي ڪين لاهينديس جا پر مارن جي- ڪٺندس ڪين مارن جي ميار عمر

# فارسي ٻولي ۾ شاعري

١٩٧٦ع ۾ جڏهن پاڻ پنهنجي مرشد حضرت خواجه فضل علي قريشي رحمة الله عليه جي درگاهه مسڪين پور شريف (ضلع مظفر گڙهه پنجاب) حاضر ٿيا ته صبح محل ذڪر جو حلقو مراقبو ڪرائيندي وجد ۽ جذبه جي حالت مٿن طاري هئي، عربي ۽سنڌي ٻولي ۾ عشق ومحبت ڀريا شعر پڙهڻ کان علاوه فارسي ٻولي ۾ ٻه هڪ شعر پڙهيائون جيڪو اڳي ڪڏهن به ڪائنن کو نه ٻڌو ويو هيو،نه وري پاڻ ان ۾ نالو ذڪر ڪيائون پر انداز بيان ۽ طرز ڪلام مان سندن ئي معلوم ٿي رهيو آهي، اڄ به سندن آواز مبارڪ ۾ رڪارڊ ڪيل اهو يادگار مراقبو راقم الحروف ۽ ٻين گهڻن دوستن وٽ موجود آهي، ملاحظه ڪندا.

غم مکن اي طالبا چون پير تو شاهِ فضل

قطب عالم غوث اعظم حضرت شاهه فضل

شد خطا بش باصواب از شاهہ سرور کائنات
شرف اَصۡحَابُکَ کَاَصۡحَابِیۡ حضرت شاهہ فضل

# سرائيڪي ٻولي ۾ شاعري

حضرت سهڻا سائين قدس سرهہ ملتان جي مٺڙي ٻولي سرائيڪي ۾ بہ سٺي شاعري ڪئي آهي، خاص ڪري پنهنجي پير حضرت پير مٺا رحمۃ الله عليه (جن جي مادري زبان پڻ سرائيڪي هئي) جي تعريف ۾ گهڻيون منقبتون سرائيڪي ٻولي ۾ ٺاهيائون، نموني طور چند شعرن جا ابتدائي ابيات ملاحظہ ڪندا.

(١) اٿان مين مٺڙي رووان شام وسحر -تون تان خوش وسدا وچ رحمت پور
دلڙي يار ڪيتي ڪر لاوي پئي- تڙپاوي تي غم ڪاوي پئي
ڏک پاوي سول نياوي پئي- ڪڏهان ٿيسي ديدار دي شالا سحر

(٢) غافل تون نہ غفلت ڪر ذڪر ڪر الله دا- صبح ومساخواه شام وسحر دائم هڪ الله دا
غافل غفلت ڇوڙ تون- دنيا ڪنون منهن موڙ تون
سانگي ڏنڏي سڀ ٽوڙ تون- ڪر فڪر ياد الله دا

(٣) هڪ نال محبت رک- ديد هڪائي تيز رک
دلدا قبلا دلبر رکہ- تي ناظر هڪ نگاهہ دا

(۴) يا الله بخش ذاڪر دل- خائف خدا جا شاڪر دل
غير ڪنون جا طاهر دل- شرف فنا في الله دا-

# پير جي تعريف جو ثبوت

جيئن تہ حضرت سهڻا سائين نورالله مرقده جي هن منظوم مجموعي ”ڪلام ولي“ ۾ پير ڪامل حضرت خواجه محمد عبدالغفار عرف پير مٺا رحمۃ الله عليه جي صفت ساراه تمام گهڻي بيان ڪئي

وئي آهي انهيءَ مناسبت سان هتي هيءُ بيان ڪرڻ نهايت ضروري سمجهان ٿو ته خدا جي پيارن نيڪ صالح ٻانهن جي نيڪي، بزرگي بيان ڪري ٻين ماڻهن کي انهن جي صحبت مان فيضياب ٿيڻ جي دعوت ڏيڻ، بلڪ انهن سان دشمني مخالفت ڪندڙن جي مذمت بيان ڪرڻ اصحابن سڳورن،اهل بيت اطهار ۽ فقه شريعت جي امامن عالمن توڙي طريقت جي اڳواڻن ولين جي سنة آهي.

انهيءَ سلسلي ۾ مشت از نمونه خروارچند نمايارن شخصيتن جا نالا ۽ انهن جو ناميارو ڪلام هيٺ ڏجي ٿو.

١- حضرت حسان رضي الله تعاليٰ عنه رسول الله صلي الله عليه وسلم جا پسنديده شاعر صحابي هيا، جن هڪ طرف رسول الله صلي الله عليه وسلم جي تعريف ۾ شعر ٺاهيا ته ٻي طرف سندن دشمن ڪافرن جي مذمت ۾ شعر چيا پاڻ ڪريم صلي الله عليه وسلم اهڙا شعر ٻڌي محظوظ ٿي دعائون ڏيندا هيا ته ڪڏهن وري دعائن سان گڏ تحفہ تحائف بہ عنايت فرمائيندا هيا، سندن هڪ جڳ مشهور شعر آهي.

وَاَحْسَنَ مِنْکَ لَمْ تَرَقَطُّ عَيْنِيْ- وَاَجْمَلَ مِنْکَ لَمْ تَلِدِ النِّسَآءُ

خلقت مبرءً من کل عيب- کانک قد خلقت کما تشاءُ

( يا رسول الله صلي الله عليک وسلم ) اوهان کان وڌيڪ خوبصورت ماڻهو منهنجي اکين نہ ڏٺو آهي (نہ فقط ايترو پر) توهان کان وڌيڪ سهڻو ٻار ڪنهن عورت ڄڻيو ئي نہ آهي اوهان کي ائين عيبن کان پاڪ ڪري ٺاهيو ويو، ڄڻ تہ پنهنجي مرضيءَ مطابق پيدا ڪيا ويا آهيو.

٢- بنت الرسولسيدهفاطمة الزهراء رضي الله تعاليٰ عنها، رسول الله ﷺ جي جدائي جي موقعي تي سندن تعريف و توصيف ڪندي اپ ڏاريندڙ شعر چيا، سائڻ جو شعر آهي.

مَاذَا عَلٰي مَنْ شَمَّ تُرْبَةَ اَحْمَدَ- اَنْ لاَّ يَشُمَّ مَدَي الزَّمَانِ غَوَالِيَا

جنهن خوش قسمت حضرت محمد صلی الله عليه وسلم جی قبر

انور جي مٿي مبارڪ سنگهي ڏٺي تہ اهو عمر ڀر ٻي ڪا خوشبو نہ سنگهندو (ڇو تہ دنيا ۾ ان برابر ٻي ڪا خوشبوءِ آهي ئي نہ)

۳- رسول الله ﷺ جي هجرت جي تاريخي موقعي تي انصار صحابہ ڪرام رضي الله تعاليٰ عنهم جي نوعمر نياڻين

طَلَعَ الْبَدْرُ عَلَيْنَا مِنْ ثَنِيَّاتِ الْوَدَاعِ
وَجَبَ الشُّكْرُ عَلَيْنَا مَا دَعَا لِلّٰهِ دَاعٍ

سڪ محبت ڀريا شعر چئي الله تعاليٰ جو شڪر ادا ڪندي دل جي گهراين سان سندن استقبال ڪيو.

۴- اهڙي طرح جڏهن فتح مڪہ جو موقعو آيو ۽ پاڻ ڪريم ﷺ وسلم مڪہ مڪرمہ ۾ داخل ٿيا تہ جنهن صحابي سڳوري رضي الله عنه جي هٿ ۾ سندن ڏاچي جي مهار هئي، ڪافرن جي مذمت ڪندي هي جذباتي شعر چئي رهيو هيو.

خَلُّوْا بَنِي الْكُفَّارِ عَنْ سَبِيْلِهٖ
اَلْيَوْمَ نَضْرِبُكُمْ عَلٰي تَنْزِيْلِهٖ

اي ڪافرو اڄ رسول الله صلي الله عليه وسلم جو رستو ڪولي ڇڏيو، (نہ تہ) سندن آمد جي موقعي تي اڄ اسان اوهان کي ماري ڇڏينداسين.

ضَرْبًا يُزِيْلُ الْهَامَ عَنْ مَقِيْلِهٖ
وَيُذْهِلُ الْخَلِيْلَ عَنْ خَلِيْلِهٖ

اهڙو مارينداسين جو مٿن جون کوپڙائيون پنهنجي جاءِ تي نہ رهنديون، ۽ دوست پنهنجي دوستن ڪان ذار ٿي ويندا (مري ويندا) (نقل از خطاب خطيب اهل السنه الحاج مولانا محمد ادريس طاهري مورخہ ۱۰ نومبر ۱۹۹۴ع)

۵- رسول الله صلي الله عليه وسلم جي سڳي چاچي ابو طالب باوجوديڪہ مشهور روايتن مطابق رسول اللهصلي الله عليه وسلم تي

ايمان ڪو نہ آندو هيو، پر ساڻن عقيدت ۽ محبت ايتري تہ هيس جو سندن شان ۾ قيمتي شعر چيائين ملاحظہ ڪندا هي شعر

وَلَقَدْ عَلِمْتُ بِاَنَّ دِيْنَ مُحَمَّدٍ
مِنْ خَيْرِ اَدْيَانِالْبَرِيَّةِ دِيْنًا
لَوْلَا الْمَلَامَةُ اَوْ حَذَارُ مَسَبَّةٍ
لَوَجَدْتَنِيْ سَمْحًا بِذَاکَ مُبِيْنًا
فَاصْدَعْ بِاَمْرِکَ مَا عَلَيْکَ غَضَاضَةٌ
حَتّٰي اُوَسَّدَ فِي التُّرَابِ رَهِيْنًا

(يعني مان ڄاڻان ٿو تہ سيني مذهبن مان وڏيڪ مذهب حضرت محمد صلي الله عليه وسلم جو دين آهي، مون کي جيڪڏهن ماڻهن جي ملامتن ۽ گارين جو خيال نہ ٿئي ها تہ جيڪر ظاهر ظهور سندن اطاعت ڪندي ڏسين ها، مان هر ڏکئي موقعي تي توهان جو بچاءُ ڪندو رهندس، تان تہ وڃي قبر پيڙو ٿيان)

٦- مشهور زمانہ شاعر فرزدق جڏهن حضرت امام زين العابدين رضي الله عنہ جي تعريف ۾ هيٺيون شعر (تفصيلي شعر جون ڪجهہ مصراعون سيرت ولي ڪامل ص ٣۴٥ ۾ مطالعہ ڪندا)

هٰذَاالَّذِيْ تَعْرِفُ الْبَطْحَاءُ وَطْاَتَہٗ- وَالْبَيْتُ يَعْرِفُہٗ وَالْحِلُّ وَالْحَرَمُ
هٰذَا ابْنُ خَيْرِ خَلْقِ اللهِ کُلِّهِمِ- هٰذَاالتَّقِيُّ النَّقِيُّ الطَّاهِرُ الْعَلَمُ

( هي اها هستي آهي جنهن جي رفتار کي بطحاءُ جي زمين ڄاڻي ٿي، بيت الله شريف، حل ۽ حرم بہ ڪين ڄاڻن ٿا ،پاڻ الله جي مخلوق ۾ بهترين شخص جا صاحبزادا آهن، پرهيزگار، پاڪيزه، صاف سٿرا، قوم جا سردار آهن)

پڙهيو تہ وقت جي حاڪم هشام ڪاوڙ ۾ اچي فرزدق کي گرفتار ڪرايو، سچ چوڻ جي ان موقعي تي حضرت امام زين

العابدين رضي الله عنه خوش ٿي ٻارهن هزار درهم فرزدق شاعر کي عنايت فرمايا، ان نہ ٿي ورتا پر پاڻ اصرار ڪري ان کي ڪٽايائون.

۷- فقه حنفي جي امام حضرت امام اعظم ابو حنيفه رضي الله تعاليٰ عنه پنهنجي مرشد حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ عنه جي فيض بابرڪت جي اهميت هنن لفظن سان بيان ڪئي. لَوْلاَ السَّنَتَانِ لَهَلَکَ النُّعْمَانُ"، جيڪڏهن مون کي (حضرت امام جعفر صادق رضي الله تعاليٰ جي صحبت بابرڪت وارا) ٻہ سال نہ ملن ها تہ تباهہ ٿي وڃان ها انهن کان علاوه علم نحو جي برک عالم ۽ نقشبنديہ سلسلي جي بزرگ حضرت مولانا عبدالرحمٰن جامي (جنهن جا ڪتاب ديني مدرسن جي نصاب ۾ داخل آهن) رحمۃ الله عليه ۽ علم منطق جي ماهر سيد مير شريف، چشتي طريقہ جي مشهور بزرگ حضرت پير مهر علي شاهہ صاحب گولڙوي ۽ حضرت حاجي امداد الله صاحب مهاجر مڪي رحمه الله عليهم جا نالا قابل ذڪر آهن جن پنهنجي ڪامل پيرن جي تعريف ۾ مثالي منقبتون ٺاهيون.

اميد تہ هن تحقيق مان قارئين جي علم ۾ اضافي سان گڏ هيءَ حقيقت عالم آشڪار ٿي هوندي تہ خدا جي پيارن برگزيده بندن جي تعريف ڪرڻ پوءِ شعر ونظم جي صورت ۾ هجي يا عام نثر ۾ هر طرح جائز آهي، ان کي ناجائز يا بدعۃ چوڻ لاعلمي جهالت يا هروڀرو ضد ۽ هٺ ڌرمي آهي، انهن سيني الله وارن پنهنجي پيشوائن جي تعريف ان ڪري ٿي ڪئي جو اهي خدا جا پهتل ٻانها، متقي ۽ پرهيزگار هيا. حضرت قبلہ سهڻا سائين نور الله مرقده جا مرشد حضرت پير مٺا رحمۃ الله عليه بہ تہ قرآن وسنۃ جا عالم، عامل ۽ ڪامل بزرگ هيا. تصوف ۽ طريقت ۾ تہ ترقي جو مدار ئي پير جي محبت ۽ نسبت تي آهي.

# موضوعات

حضرت قبله سهڻا سائين نورالله مرقده جي منظوم ڪلام جا مکيا موضوع، مرڪز ۽ بنياد ، الله تعاليٰ جو ذڪر، رسول الله ﷺ جي محبت ۽ اطاعت، دنيا جي بي ثباتي، آخرت جي تياري ۽ دين اسلام جي آفاقي پيغام کي عام ڪرڻ آهي، انهن موضوعن تي منتخب اشعار مان چند مصراعون هيٺ ڏجن ٿيون.

## ذڪر الله جي ترغيب ۽ تحريص

١- آهي دوست دل ۾ ادا ڏيرو ڪيو، تو گهر يار جو ڇو آ ميرو ڪيو؟
رهي دوست گهر ۾ نه هرگز ادا ٿو، جيڪو غير محبت ۾ ميرو ٿيو.

٢- ذڪر ڪر، ذڪر ڪر، ذڪر ڪر، ذڪر ڪر،
فڪر ڪر، فڪر ڪر، فڪر ڪر، فڪر ڪر،
ٿئي ذڪر سان دل تي روشن جلي، وڃي غير محبت تي ساري هلي
جاڳي عشق ربي ٿئي خدا جو ولي- ذڪر ڪر، ذڪر ڪر،ذڪر ڪر، ذڪر ڪر،

٣- ياد ڪر الله کي دل ساڻ تون- هڪ ڪري پنهنجي ڏٿيءَ کي ڇاڻ تون
ذڪر ذاتي ڪر سدا سيني اندر- هن ڪڙي سان قلب کي تون صاف ڪر

٤- مڃ نصيحت منهنجي يار تون، ٿي غير کان بيزار تون
رک دل جو هڪ دلدارتون- ڪر حاصل رب جو پيار تون

## نعت رسول مقبول ﷺ

١- اسان جو نبي آهي خيرالوريٰ
ٿيو عاشق مٿس آهي پاڻ خدا
دنيا زندگي خواه قبر ۽ حشر ۾
لهي سار هر وقت ۾ مصطفيٰ
حشر ۾ پڪارن نبي نفسي نفسي

كندو امتي امتي جي صدا
نيكن كي تكيو آ عمل ۽ عبادت
اجهو عاصين جو آ نور الهديٰ
جيتر عشق عربي نہ دل ۾ اچي
عمل ۽ عبادت نہ كجھ آ ادا
ركي عشق احمد ٿي تابع سنت
سوا پيروي ٿئي نہ حاصل صفا
الله بخش محبت مدني مير جي
كيان سهڻن مٺان مال جند جان فدا

## پير جي تعريف ۾ منقبتون

مشائخ طريقت جي مشهور چواڻي آهي ذكر پيران تازه ايمانت كند يعني شريعت جي عامل پير جي ياد سان ايمان كي تازگي ملندي آهي حضرت قبله سهڻا سائين نورالله مرقده پنهنجي قول ۽ عمل سان ثابت كري ڏيكاريو تہ كين پنهنجي كامل پير سان كمال درجے جي محبت آهي.

پير كي نبي صلي الله عليه وسلم جو نائب، خادم، دين اسلام جو داعي ۽مبلغ سمجهندي ان سان محبت ركڻ ۽ ان جي وصال كي پنهنجي لاءِ سعادت ۽ خوش نصيبي چوندي فرمائن ٿا.

١- محبوب مدني گهوٽ جو دل جان اچي ويو، واه رنگ لڳي ويو
نائب نبي ڄام جو مهربان اچي ويو، واه رنگ لڳي ويو
عربي كري احسان مكو آهي اسان ڏي، مكو آهي اسان ڏي
معشوق احمد ڄام جو مهمان اچي ويو، واه رنگ لڳي ويو
٢- خوشيون كيو ڙي جيڏيون پنهل پير آيو

سڪيس سال جن لاءِ هلي هوت آيو
اندر ۾ هيون باهيون، ڪوڪون آهون دانهون
پڇيم روز راهون پنهل ڪيچئون آيو
٣-آيا اڱڻ منهنجي آهن دوست دلي-سڪن ڏسڻ جنهن جي لاءِ ٿا ڪل وجي
اڄ ڪپڙن ۾ نہ سمايان ٿو، نہ قدم زمين تي مان پايان ٿو
وڏا ڪرم قادر جا مان پايان ٿو- ويا درد الم سڀ غم لهي

ان زماني جي جهونن عاشقن جو چوڻ آهي (جن مان ڪي اجا تاحال حيات آهن) تہ پاڻ اهي شعر جذبہ ۽ وجد جي عالم ۾ ڪڏهن حضرت پير مٺا رحمة الله عليه جي روبرو تہ ڪڏهن پرپٺ جماعة ۾ پڙهندا هيا تہ ڪي روئندا نظر ايندا هيا تہ ڪي بي اختيار زمين تي مڇي وانگر ليٽندا ۽ تڙپندا ڏسبا هيا .ڪم از ڪم اڄوڪي دور ۾ ڪنهن بي شاعر يا اديب جي ڪلام ۾ اهڙو اثر نہ ڏسڻ ۾ تو اچي نہ ٻڌڻ ۾.

اي نائب خيرالوريٰ تنهنجو عزو اعليٰ شان آ
سلطان جملہ اولياءِ مولا ڏنو توکي مان آ
سر تنهنجي تي تاج رکيو مير محمد مصطفيٰ
عربي سڏيو توکي مٺا معشوق ۽ دل جان آ اي نائب خيرالوريٰ
يا الله بخش مان گولن سندو آهيان غلام
دنيا عقبيٰ ۾ غلامي حشر جو ميدان آ اي نائب خيرالوريٰ
٣- فضلي فيض جو دنيا ۾ نعرو آ
چمڪيو دين جو روشن ستارا
وڌيل جهل سندي اندو ڪار هٽي
گهٽيل دين جي رونق بازار هٽي
آئي رهبر جي ويو گلزار بڻي
اڄ دين نبيءَ جو قرارو آ

هر جاءِ شر شيطانيءَ جو شور هيو
ڏاڍو گناهن خطائن جو زور هيو
نڪي خوف خدا نہ ڪجهہ غور هيو
اچي شيخ ڪامل دين جياريو آ
الله بخش، خطا ڪر مسرور مٺا
سينو صاف، قلب ٿئي معمور مٺا
هجان مرشد وٽ مون منظور سدا
سوا دوست تنهنجي ٻيو نہ چارو آ
۴- واهہ سنڌ پنجاب ۾ بهاري ٿي
جڏهن پير ڪامل جي نظر داري ٿي
اهو خيرالوريٰ جو فرمان آهي
ٿيندو مجدد صديءَ ۾ هڪ جوان آهي
ڪڍي ٻي ديني ڏيندو ايمان آهي
آهي رحمت رب جي ساري ٿي
ٿي هر جاءِ ذڪر جي تنو ارادا
ٿيا متقي جي هوا ڳنو ارادا
لاٿي مرشد دل ۾ ڪاتار ادا
هر جاءِ هو هو جي هٻڪاري ٿي
الله بخش عشق انور جو
مٺي مير مدني منور جو
پرين پير پياري تنهن رهبر جو
جنهن سنت نبيءَ جي جياري ٿي

حضرت پير مٺا رحمة الله عليه پنهنجي مريدن جي اسلامي احڪام مطابق تربيت ڪئي، جو انهن شادي غمي ۾ ٿيندڙ خلاف شرع رسم ورواج کي ختم ڪري ڇڏيو، نماز باجماعت، تهجد، دستار، ڏنڊڻ

۽ ٻين نبوي سنتن کي عام ڪيو، ان جو ذڪر ڪندي فرمائن ٿا

۴- اسلام جي ڪئي روشنائي پير منهنجي پير آ
سنت نبيءَ جي آجياري پير منهنجي پير آ
جڳ ۾ پيل پلڪار هئي، ڪجهه نه ڏٺي جي سار هئي
اڇي دين جي سڌار ڪئي- سائين پير منهنجي پير آ

۵- منهنجي پير رنگ يار لائي ڇڏيا هن
نوان نينهن جا مچ مچائي ڇڏيا هن
ڪدي شرڪ بدعة ڪيائين روشن جهان کي
سچو دين سنت جياري ڇڏيا هن

ڪامل پير اهو آهي جيڪو بنا لالچ طمع جي پنهنجي توجه عنايت ۽ تربيت سان مريدن جي دل مان غير خدا جي محبت دور ڪري، ۽ خالق مالڪ جي محبت سان سرشار ڪري،ان جو ذڪر ڪندي فرمائين ٿا.

٦- پير ڪامل رهبر منهنجا دارون دل جو ڪن ٿا
دارون دل جوڪن ٿا، پيسو هڪ نه وٺن ٿا
هڪ نظر سان لکين دليون پل ۾ روشن ڪن ٿا
غير محبت دور ڪري عشق الله جوڏين ٿا،
مئي محبت جام پياري جوش جذب ڏين ٿا
منجهه شوق شريعت عشق الٰهي مست ومست ڪن ٿا
الله بخش رک محبت تن جي جي رستو حق جو ڏسن ٿا
راهه طريقت وارث شريعت ثابت قدم رکن ٿا

تصوف ۽ طريقت جو هيءُ متفقه مسئلو آهي ته مريد كي گهرجي ته پين بزرگن جي بزرگي، ولايت ۽ كمال جو به اقرار كري پر پنهنجي حق ۾ پنهنجي پير كان وڌيڪ فيض رسان كنهن بي كي نه سمجهي نه ته اهو پنهنجي پير كان فيضياب ٿي كو نه سگهندو، انهيءَ موضوع تي سندن شعرن مان كجهه قطعات

٧- پير پنهل يار تنهنجو مٽ نه ڏسان مان، اهو سچ ٿو چوان مان
فيض تنهنجي آدم مچائي ملڪ ساري ۾ -حاسد كي سڙندو ۽ پچندو ٿو ڏسان مان

پاڻ رسمي پيري مريدي كان بچڻ ۽ سچي سمجهي قرآن وسنت جي عامل پير جي بيعت كرڻ جي تلقين كندي فرمائين ٿا

٨- ونج پير جاچي چتائي ادا- ويل دين جو ڏئي ورائي ادا
ستل تنهنجي قسمت جڳائي ادا، سو پير وٺ تون پير
پير هجي صاحب شرع، با اتقا صاحب ورع
منجهه عشق محبت با اثر- سو پير وٺ تون پير
جنهن جي ڏسڻ سان ادا
اچي ياد ٿو رب العليٰ
ان طرح چيو خيرالوريٰ- سو پير وٺ تون پير

طريقه عاليه نقشبنديه ۾ فاقه كشي، رياضتن ۽ محنتن مجاهدن بجاءِ شريعت ۽ سنة جي تابعداري ۽ پابندي تي زياده زور ڏنو ويندو آهي، ۽ ان نموني سالكن كي ٿوري وقت ۾ باطني ترقي گهڻي حاصل ٿيندي آهي، پر شرط آهي ته مريد مخلص هجي،پير كامل جو بيعت هجي ۽ ان جي ٻڌايل طريقي مطابق شريعت مطهره جي پابندي كري ذكر ۾ مشغول هجي، خلاف شرع كمن كان دور رهي ته بقول حضرت امام رباني قدس سره اهڙو سالك كڏهن به محروم كو نه ٿيندو، حضرت سهڻا سائين قدس سره انهيءَ موضوع تي فرمايو

٩-نہ محنت ڪرائي رياضت- آهي سخا جي سهڻي ڪي عادت
جيڪو اڇي وڃي سو رڇي، سڄڻ آ سخي سخي

جيئن تہ طريقت ۾ فنا في الرسول کان اڳ ۾ فنا في الشيخ جو مقام آهي، پير جي محبت ۽ صحيح رابطي بعد ئي سالڪ جو فنا في الرسول ڏانهن عروج ٿئي ٿو، ۽ فنا في الرسول بعد سالڪ کي پنهنجي خالق مالڪ جو وصال ۽ قرب حاصل ٿيندو آهي، جنهن کي فنا في الله چيو وڃي ٿو، انهيءَ سلسلي ۾ سندن هڪ ڏکهي شعر جون چند مصراعون هن ريت آهن.

١٠-پنهل پير سان جن پکو پيچ پاتو- تنين جي دلين کي مولا رنگ لاتو
پنهل پير جي در ويا جي وڪامي، فنا ۽ بقا جو تنين درجو پايو
نبيءَ جي محبت جي تون عشق چاهين- محبت پير جو ڪراول بار سعيو
الله جي محبت ٿيندئي ڪين حاصل، جيتر پير سان تو ناهي نيهن لايو
سخا ۾ منهنجو پير مشهور ٿي ويو
جنهن جي فيض سان ملڪ معمور ٿي ويو
ڪري جو اشارو وڃي غير سارو
ڪٽيل قلب ڪارو روشن نور ٿي ويو
خدا پڇندو مون کان عمل ڇا ڪيو ٿئي، چوندس رب فقط پير سهڻل مون ڪيو ٿئي
سو حضرت خواجہ محمد عبدالغفار آهي، منهنجو پير ڪامل..

سندن هي وزندار شعر طريقت توڙي شريعت جي عين مطابق آهي جو اهل طريقت جي نظر ۾ سچو سالڪ ۽ صوفي اهو آهي جيڪو نيڪ، صالح ۽ شريعت مطهره جو عامل تہ هجي پر پنهنجي ڪنهن عمل يا نيڪي تي نازان نہ هجي، ان کي آسرو ۽ ڀروسو هجي تہ فقط الله تعاليٰ جي فضل، رسول الله ﷺ جي شفاعت ۽ ڪامل مرشد جي قيادت ۽ اڳواٽي تي.

انهيءَ قسم جي عقيدت ۽ محبت جو ذڪر صحابہ ڪرام رضوان الله عليهم اجمعين جي قول وعمل ۾ بہ ملي ٿو. چنانچہ جڏهن صحابي رسول حضرت ذوالخو يصيرة رضي الله تعاليٰ عنه رسول الله ﷺ کان پڇيو مَتَي السَّاعَۃُ يَا رَسُوْلَ اللهِ اي الله جا رسول قيامت ڪڏهن ايندي، جواب ۾ پاڻ فرمايائون تہ وَمَا اَعْدَدْتَّ لَهَا. تو ان لاءِ تياري ڪهڙي ڪئي آهي تہ صحابي سڳوري رضي الله عنه عرض ڪيو. لَا. اِلَّا اِنِّيْ اُحِبُّ اللهَ وَرَسُوْلَہٗ پيو ڪجهہ بہ نہ. مگر هي (تياري ڪئي اٿم جو) منهنجي الله ۽ ان جي حبيب صلي الله عليه وسلم سان محبت آهي تہ پاڻ ڪريم ﷺ جن پنهنجي عاشق جي جواب تي خوش ٿي فرمايو "اَلْمَرْءُ مَعَ مَنْ اَحَبَّ جنهن جي جنهن سان محبت هوندي اهو ان سان گڏ هوندو.

حضرت پير مٺا رحمۃ الله عليه جي صحبت يافتہ فقيرن جا بعد وفات بہ قلب زنده رهيا، ۽ زندگيءَ جيان قلب جي حرڪت جاري رهي ايتري قدر جو جنازه نماز بعد بہ گهڻن ذڪر وارن جي دل جي حرڪت بدستور باقي رهي (الحمدلله حضرت سهڻا سائين قدس سره جي بابرڪت زماني ۾ بہ هڪ نہ پر سوين واقعا سوين ماڻهن مشاهدو ڪيا جو مرڻ بعد بہ دل ذڪر ڪندي رهي، اهڙي طرح ماضي قريب ۾ حضرت قبلہ سڄڻ سائين مدظله جي خليفن سڳورن ۽ گهڻن خوش نصيب مريدن جا قلب مرڻ بعد بہ خدا جي ذڪر سان جاري رهيا) انهيءَ حقيقت جو ذڪر ڪندي فرمائين ٿا.

وجي روح نڪري مري دل نہ ذاڪر،
قبر تا قيامت ڪري ذڪر خدائي
ڪامل پير سان جن آ دلڙي اڙائي،
رهن مست منجهہ نينهن جي ٿا سدائين

هن فاني دنيا جي بي ثباتي جو ذڪر ڪندي فرمائين ٿا

دنيا جاڙي طالب دنيا چيز فاني
دنيا لاءِ پلائيئي پنهنجو يار جاني

دنيا کي چيو ڏوند سرور سچي آ
کتا ان جا طالب اها قدرداني
دنيا آهي ملعون غضب کيل رب جي
تون ان جو آن شيدا آ کيڏي ناداني
آه حب دنيا گناهن سين سر
دنيا تي کرائي سيئي کم شيطاني

## نصيحت کندي فرمائن ٿا

رهه نه دم ڏٺي کان تون ڏار ادا
منجهه ذکر الٰهي گذار ادا
رهي محبت ناهي عزيزن ۾
سڀن پائرن چاچن قريبن ۾
سڄڻ دوستن پيارن شفيقن ۾
آهي مطلب جو هر کو يار ادا
يا الله بخش محبت جو جام مون کي
کري مست پيئڻ سان مدام مون کي
بخش فنا جو اعليٰ مقام مون کي
وسري عيش دنيا ۽ گهر ٻار ادا
کر الله جو عشق حاصل تي ادا بيدار تون
جلد وٺ تون پير کامل رهه نه غافل يار تون
جنهن کي نه آهي عشق الله سو صفا حيوان آ
ان کي سوا حب مولا سڏڻ غلط انسان آ
جنهن نه دل ۾ عشق عربي کامل نه اهو ايمان آ
رک عارفن سان يار صحبت سک اهو واپار تون

جيئن اڳ ۾ هيءَ عاجز عرض ڪري آيو آهي تہ سيدي مرشدي حضرت سهڻا سائين نورالله مرقده جا اڪثر اشعار سندن مسند نشيني کان گهڻو اڳ جا ٺهيل آهن جن جي گڏ ڪرڻ يا شايع ڪرڻ جو ان زماني ۾ بہ ڪو اهتمام نہ ڪيو ويو تہ مسند نشيني بعد بہ طويل عرصي تائين ان جو ڪو جوڳو انتظام نہ ٿي سگهيو، البت سندن اشعار ڪن فقيرن کي بر زبان ياد هيا تہ وري ڪن وٽ ٿورا ڪي گهڻا شعر لکت ۾ موجود هيا. الله تعاليٰ جزاءِ خير عطا فرمائي حضرت صاحب نورالله مرقده جي حقيقي نائب سجاده نشين حضرت قبلہ صاحبزاده سچڻ سائين دامت برڪاته ۽ سندن مخلص مريد ۽ مشير خادم ۽ خليفه حضرت مولانا جان محمد صاحب رحمة الله عليه کي جن مان هر هڪ حضرت صاحب قدس سره جي زمانہ اقدس ۾ئي سندن منظوم ڪلام کي ميڙي سميٽي هڪ هنڌ گڏ ڪرڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪئي مختلف فقيرن ۽ خليفن سڳورن وٽان ٽڙيل پکڙيل شعر هٿ ڪيا، ۽ خوش خطي سان قلمي بياضن جي صورت ۾ نہ فقط محفوظ ڪيا پر انهن جي تصحيح جي بہ پوري ڪوشش ڪئي. ۽ حضرت مولانا جان محمد صاحب رحمه الله عليه جي گڏ ڪيل قلمي نسخي (جيڪو هن وقت بہ راقم الحروف جي هٿ ۾ آهي) جي تصحيح تہ پاڻ حضرت سهڻا سائين نورالله مرقده فرمائي، ڪٿي ڪٿي پنهنجي هٿ اکرن سان درستي فرمائي اٿن تہ ڪن جاين تي حضرت صاحبزاده سچڻ سائين مدظله کي زباني ٻڌائي لکڻ جو امر فرمايائون ان نموني حضرت سهڻا سائين نورالله مرقده جي با برڪت اشعار جا بہ تصحيح شده قلمي بياض تيار ٿيا. هن مجموعي جي اشاعت جي موقعي تي حضرت صاحب مدظله اهي ٻئي نسخا راقم الحروف کي ارزان فرمايا، جن کي سامهون رکي "ڪلام ولي" ترتيب ڏئي ڪمپوز ڪرايو ويو، ان کان علاوه پاڻ خليفہ مولانا عبدالله سهارڻ فقيرپوري ۽ خليفہ مولانا حاجي محمد عثمان چنہ ڪنڊياري واري (هنن ٻنهي بزرگن کي حضرت صاحب نورالله مرقده جا اشعار برزبان ياد آهن ۽ وٽن ڪافي شعر لکت ۾بہ موجود آهن) کي نظر ثاني جو امر فرمايائون ۽ ادبي اصلاح ۽ شعر وشاعري جي اصولن ۽ اسلوبن سان وڌيڪ مطابقت

پيدا ڪرڻ لاءِ هونهار عالم دين ۽ معروف شاعر الحاج مولانا محمد عاشق صاحب عباسي کي ارشاد فرمايائون، جن هڪ ڪان زياده پيرا مطالعه ڪري مختلف مقامات تي مناسب تصحيح ڪئي اهڙي طرح ڪمپيوٽر جي ديده زيب ڪتابت، سفيد قيمتي ڪاغذ تي آفسيٽ جي اعليٰ طباعت، چار رنگي خوبصورت ٽائيٽل عزيز القدر سيد خالد محمود شاه صاحب سرڪيوليشن مينيجر سه ماهي الطاهر جي تجربه ۽ ڏينهن رات جي محنت جو نتيجو آهن، اهڙي نموني هن بيش بها تحفه جي معنوي خوبين سان گڏ ظاهري خوبين سان هم ڪنار ڪرڻ ۾ گهٽڻ ڪرم فرمائڻ جو ساٿ حاصل رهيو.

عاجز کي قوي اميد آهي ته قارئين ڪرام ضرور هن بابرڪت ڪتاب مان فيوض وبرڪات حاصل ڪندا، ۽ سٺي موٽ جي نتيجي ۾ اسين اهو سلسلو اڳتي به جاري رکنداسين، ان شاءالله تعاليٰ

۽ هيءَ به اميد ۽ آس اٿم ته شال الله سائين پنهنجي پياري حبيب صلي الله عليه وسلم جي صدقي اسان عاصين جي عيبن، اوڻاين کان درگذر فرمائي جمله مشڪلات کان محفوظ ڪري نيڪ مقاصد پورا فرمائي، ۽ ڪلام ولي کي اسان جي آخرت ۾ بخشش جو ذريعو ۽ وسيلو بنائي ته ڪريم رب جي رحمت اڳيان ڪا دير ڪا نه آهي

دوستانرا کجا کني محروم
توکه بادشمنان نظر داري

وصلي الله تعاليٰ عليٰ حبيبه سيدنا محمد وآله واصحابه اجمعين

فقير حبيب الرحمٰن گبول طاهري،
ادارة المعرفة، درگاه الله آباد شريف
۲۷ صفر المظفر ۱۴۱۷هه

# نمبر ١ ذڪر الله

**ٽلهه:** صل عليٰ شڪر بندا ذڪر خدا جو ڪر پيو تون -- اللهُ اللهُ اللهُ اللهُ

صبح سانجهي عصر ۾ ڪر. ظهر ۾ ڪر فجر ۾ ڪر الله الله الله

١- چڱي ڪار بندا ڪر تون ياد الله،
اٿي ويٺي سٽي ڪر تون ذڪر الله،
تان ٿئي لُون لُون رڳ ۾ بولي تون هين تون اللهُ اللهُ

٢- رک ذڪر ذاتي سان تون شوق ادا،
جاڳي عشق ربيءَ جو ڪو ذوق ادا،
رهي دائم دل ۾ سدا حق هو، اللهُ اللهُ.

٣- يا حبيب خدا تو جهڙو ڪو بهتر خوبرو،
ساءِ نہ ٿيو نہ آهي نہ ٿيندو هوبهو،
رحمت عالمين صل عليٰ نيڪ خو، اللهُ اللهُ.

٤- ساءِ احسان امت تي ڪروڙين ڪَيُو،
ڏئي تعليم اسلام ايمان ڏنو،
تبليغ ڪيو جا بجا سو بسو، اللهُ اللهُ.

٥- آه پير منهنجو سرتاج ولي،جنهنجي زير سايہ هن جملہ ولي
رکي طلب سچي ڪر سدا حق هو، اللهُ اللهُ.

# نمبر ٢ ذڪر الله

**ٿلهه:** ذڪر ڪر الله جو سدا يار تون،
گهڙي هڪ به غافل نه ره يار تون.

١- زمين آسمان سڀ ذڪر تا ڪن، رهين ڇو پيو غافل فقط يار تون.

٢- ذڪر آه سرمايو ايمان جو، ڪري وٺ جي ڪرڻو ٿئي واپار تون

٣- ذڪر کان گهڙي جي تون غافل رهين ٿيندين سنگتي شيطان جو يارتون.

٤- پکي جانور سڀ ذڪر ۾ رهن ٿي انسان ذڪر نه ڪرين يار تون.

٥- ذڪر ڪر الله جو تون بلڪل گهڻو، دنيا دين ۾ ٿئين عزت وارو تون.

٦- ذڪر ڪن وڻ ٽڻ سج چنڊ تارا، مگر هڪ تون غافل شرم ڏارتون.

٧- ذڪر آه رب جو اعليٰ اتم، پڙهي ڏس قرآن ۾ يار تون.

٨- دنيا ۾ ذڪر کان جي منهن تا موڙن انڌا ٿين حشر ۾ ٿي هوشيار تون.

٩- الله بخش توفيق ذڪر جي مونکي، ذڪر ۾ وٺين ساه دلدار تون.

# ذڪر جي فضيلت ۾

مرشد هادي حضرت سهڻي ساءِ جي هن غزل سان اضافي تصنيف مصرع

سَدائين ڪر هميشه ڪر، پلو تي ڪر ڪرڻو تي ڪر.
صبح سانجهي تون عصر به ڪر، مغرب عشاء تون ظهر به ڪر.
ڳلي ڪوچه بازر به ڪر، جهنگل جبل تون جهر به ڪر.
بر به ڪر بحر به ڪر، هاٺي به ڪر پوءِ به ڪر.
منجهند آڌيءَ اسر به ڪر، ڪري وٺ ڪر، ڪري وٺ ڪر.
دائم به ڪر قائم به ڪر، روڊ رستي تون گهر به ڪر.
مسجد مدرسه گهر به ڪر، ظاهر باطن ڳجهو به ڪر.
هيٺ مٿي اندر به ڪر، هتي به ڪر هتي به ڪر.

# نمبر ٢ ذڪر الله تعاليٰ

**ٿلهه:** ذڪر ڪر ذڪر ڪر ذڪر ڪر ذڪر ڪر
فڪر ڪر فڪر ڪر فڪر ڪر.

١۔ ٿئي ذڪر ڪان ٿي دل روشن جلي، وڃي غير محبت ٿي ساري هلي،
جاڳي عشق ربي ٿئي خدا جو ولي، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

٢۔ ذڪر ڪان اچي ٿو قلب کي قرار، ذڪر نفس مارڻ جي لاءِ آ ترار.
ذڪر ڪان ڀڄي ٿئي ٿو شيطان بيزار، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

٣۔ گناهن ڪان قلب ٿي ڪار ويا، ٻڏي غير گند ۾ سي سارا ويا،
ذڪر ڪان اداسي اوجارا ٿيا، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

٤۔ ذڪر قلبي آه سيني دردن دوا، ذڪر ڪري ٿئي ٿوگناهن ڪان بچاء
ذڪر ڪان ٿئي صحن دل جو صفا، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

٥۔ ڪرين ڇو ذڪر ۾ تون سستي تاخير، چيو رب منهنجو ذڪر ڪيو ڪثير،
ذڪر قلب جو آه ڪثير دل پذير، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

٦ ذڪر قلب بلڪل آ نعمت عجيب، ٿئي جنهن ڪان طالب ٿو حق جو حبيب
ڪر پير مغان هٿ ڪو ڪامل طبيب، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

٧۔ اسان جا قلب ڪٿيل ڪارا هيا، پريل غير گند ۾ سي سارا هيا،
اچي پير ڪامل او جارا ڪيا، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۸- سواءِ پير جي دل نہ ذاڪر ٿئي، توڙي چلا رياضت عمر ڀر ڪري،
نظر پير جي دل کي طاهر ڪري، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۹- وجي پير کي ڪر ادا هيءُ تون حال، ڏٺي لڳ مون بدڪار تي نظر ڀال،
ڪري توجہ ڏيندو ڏک ٽال، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۱۰- نظر پير جي آ مثل دلين دوا، ظاهر باطني مڙني مرضن شفا،
ڪري ٿي قلب کي سا روشن صفا، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۱۱- جيڪو پير سان تو ادا محبت رکي، تنهنجو قلب منجهہ عشق رب جي رچي
خدا جو قرب پوءِ تو بي حد ڏسي، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۱۲- جيستر پير جو ڪونہ چاڪر ٿئي، قلب زور تنهنجو نہ ذاڪر ٿئي،
رک صدق تان لطف ظاهر ٿئي، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۱۳- ذڪر کان نٿي دم تون غافل ادا، امر فاذ ڪروني آه نازل ادا،
ذڪر ۾ سدا ره تون شاغل ادا، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

۱۴- الله بخش مونکي محبت پير جي، رهان دائم گولو ٿي در پير جي،
رهي راضي مون ڏانهن دل پير جي، ذڪر ڪر ذڪر ڪر.

# نمبر ۴ ذکر الله تعالیٰ

**تلھہ:** غافل تون نہ غفلت کر ذکر کر اَلله دا،
صبح و مسا خواہ شام و سحر دائم ھک الله دا.

۱- ذکر کرے جن و بشر، مرغ و ماھي حجر و شجر،
زمین آسمان شمس و قمر، کجھہ شرم ڈار الله دا.

۲- غافل غفلت چوڑ تون، دنیا کنون منھن موڑ تون،
سانگي ڈنڈے سپ توڑ تون، کر فکر یاد الله دا.

۳- ذکرِ کمَا حُج ذاتي، پائے اندر وچ جھاتي،
رھے رب بنانا باقي، ثي محب خاص الله دا.

۴- الله ھے فرمایا حکم حقاني آیا،
نجات دا ھے پایا، ذکر کثیر الله دا.

۵- سیم و زر صدقات سے، نیکي جنگ جھاد سے،
ھر عمل خواہ خیرات سے، اعلیٰ ذکر الله دا.

۶- ستي کڑے کر تون ذکر، بیني ٹریئے کر تون ذکر،
تنھا جمع کر تون ذکر، ھر وقت پاک الله دا.

٧- هڪ نال محبت رک، ڊير هڪائي تيز رک،
دل داقبلم دلبر رک، ٿي ناظر هڪ نگاه دا.

٨- پورل پير غفاري آيا، جنهن مرده قلب جوايا،
جڳ کون چارنگ لايا، محبوب الله دا.

٩- جي تون سچا غفاري، تر ڇوڙ دنيا دي ياري،
رک سنت نبي دي پياري، بڻ تارک ماسوا الله دا.

١٠- يا الله بخش ذاکر دل، خائف خدا جا شاکر دل،
غير کنون جا طاهر دل، شرف فنافي الله دا.



## نمبر ٥ نعت رسول صلي الله عليه وسلم

**تلهہ:** اسان جو نبي آه خير الوريٰ
تيو عاشق متس آه پاڻ خدا.

١- دنيا زندگي خواه قبر ۽ حشر ۾، لهي سار هر وقت ۾ مصطفيٰ.

٢- حشر ۾ پوڪارن نبي نفسي نفسي، ڪندو امتي امتي جي صدا.

٣- نيڪن ڪي تڪيو آه عمل ۽ عبادت، اجهو عاصين ڪي آ نورالهديٰ.

٤- جيستر عشق عربي نہ دل ۾ اچي، عمل ۽ عبادت نہ ڪجهہ آ ادا.

٥- رکي عشق احمد ٿي تابع سنت جو، سواءِ پيروي ٿئي نہ حاصل صفا.

٦- الله بخش محبت مدني مير جي، ڪيان سهٽي تان مال جند جان فدا



# نمبر ٦ نعت شريف

**ٿلهہ:** هي جڳ صدقي، هو جڳ صدقي،
چائو نبين جو تہ امام اولا قائم ٿيو اسلام.

١- عربيءَ کي مولا عرش گهرايو،
ڏس مدنيءَ جو تون شان،
نعلين نہ لاهہ تون، قدم گهماءِ تون،
وڏي ان جي عزت تمام اولا قائم ٿيو اسلام.

٢- يار اولّ صديقؓ افضل
شامل غار رفيق
ساڻ گڏ سرور، منجهہ روضي اطهر،
پَهلو بہ پَهلو آرام اولا قائم ٿيو اسلام.

٣- عمرؓ عادل سڀ کان فاضل،
ڪامل قرب ڪمال،
جنهن ڪفر کي توڙيو، دين کي جوڙيو،
شمع سندو اسلام اولا قائم ٿيو اسلام.

٤- حضرت عثمانؓ جامع قرآن،
ڪاڻ ضياء ايمان،
نياٹو نبيءَ جو، شاهہ مکي جو،
متس راضي عربي ڄام اولا قائم ٿيو اسلام.

٥- شاه مردان شيريزدان،
شاه عليؒ هسوار
باب علم جو بحرحلم جو،
ولين جو تہ امام اولا قائم ٿيوَ اسلام.

٦- عرض ڪيان ٿو،
يا حضرت الله بخشؒ تمام،
صدقي اصحابن، ولي امامن،
پيار محبت جو ڄام اولا قائم ٿيو اسلام.

---

(١) رضي الله تعاليٰ عنه (٢) رحمة الله عليه

# نمبر ٧ نعت شريف

ٿلهه: تنهنجي صورت جو ڇا ڪيان بيان مٺا،
توتان شمس قمر هو قربان مٺا.

١- گل برگ بدن اڃا به نازڪ تر، چهرو زياده روشن از نور بدر،
صدقي سؤ وار شمس قمر، تو تان گهور ڪيان سڀ خوبان مٺا.

٢- ڏسي تجلي موسيٰ هڪ مست ٿيو، تنهنجي چهري جڳ کي آ مست ڪيو،
جنهن پسيو سو سرمست ٿيو، تنهنجي مٽ نه ماهه ڪنعان مٺا.

٣- اهي نيڻ نرگس توجي ڏاريا هن، لڪين مفت غريب تن ماريا هن،
ڪيئي ڦٽيا هن ڪيئي گهايا هن، ڪري نظر تنين جو ڪر در مان مٺا.

٤- سچو نائب اوهان جو غفاري آ، جنهن سنت پياري جياري آ،
جنهن امت اوهان جي ستاري آ، کهڙا ٿورا ميچا تنهنجا احسان مٺا.

٥- ڏسي حسن تنهنجي جي هڪڙي جهلڪ تيا مشتاق پري ۽ جن ملڪ،
تنهنجي مدح ثنا منجهه ارض فلڪ، اهڙو ڪونه ٿيو ڪو انسان مٺا

٦- حضرت الله بخش تنهنجو ثنا خوان هجان،
جيستر جيئرو منجهه جهان هجان،
تنهنجي صحبت ۾ مان مستان هجان،
تنهنجي در تي رهان ٿي دربان مٺا.

# نمبر ٨ منقبت شريف

**ٿلهه:** اسلام جي ڪئي روشنائي پير منهن جي پير آ،
سنت نبيءَ جي آ جياري پير منهن جي پير آ.

١-جڳ ۾ پيسل پلڪار هئي، ڪجهه نه ڏٺيءَ جي سار هئي،
اڇي دين جي سدار ڪئي، ڏني ديننداري پير منهنجي پير آ.

٢-جت شيطان هٿا ديرا ڪيا، لڳي اسلام جا اڄ نعرا ويا،
ڪٿي تپڙ منهن ڪارا پيا، ڪئي خبرداري پير منهنجي پير آ.

٣-جت ذڪر خدا نه بانگ هئي، شيطاني ساري راند هئي،
اڄ شريعت جي پڪي سانگ تي، ڪئي قربداري پير منهنجي پير آ.

٤-پليل اسان ڪان هيو خدا، هٿاسون دين ڪان پيل جدا،
آئي رهبر تي حاصل هدا، ڪئي غمخواري پير منهنجي پير آ

٥- شريعت سندو نه شوق هيو، نه خوف خدا نه غم موت هيو،
گناهن جو پيل سارو طوق هيو، ڪئي ڇوٽڪاري پير منهنجي پير آ

٦-ويا بخت اسان جا اڄ کلي، ويا گهر وڃي رهبر ملي،
ڏيکاريائون اڇي رب جي ڳلي، ڪئي نظرداري پير منهنجي پير آ.

٧-اٿو مهر جو اسان تي ڪڪر، ٿيو ملڪ سارو سبزتر،
ٿي هر جاءِ آبادي ريو ذڪر، ڪئي آب ياري پير منهنجي پير آ.

٨- هـلـي ذڪـر ذاتـي تـا ڏسـن، ڪٿيل قلب ڪارو تا روشن ڪن،
پائي نہ پئـسـو هـڪ گـهـرن، ڪئي رهنمائي پير منهنجي پير آ.

٩- رکي سڪ سچي جي ايندا هلي، ٿيندي دل انهن جي روشن جلي،
ٿـيـندي ڏين دنـيـا تن جي پلي، ڪئي دلداري پير منهنجي پير آ.

١٠- يا الله بخش محـبت جي عطا، دل منـهنجي ٿـئي روشن صـفـا،
رهـان پـيـر جو گـولـو سـدا، رکي پکي ياري پير منهنجي پير آ.



# نمبر ۹ منقبت شريف

**ٿلهہ:** اي نائب خير الوريٰ تنهن جو عزّ عاليشان آ،
سلطان جملہ اولياء مولا ڏنو توکي مان آ.

١- محبوب تون مرغوب تون مطلوب مدنيءَ مير جو،
منٺار تون دلدار تون، داور ڏنو توکي دان آ.

٢- سرَ تنهن جي تي تاج رکيو مير مُحمّد مُصطفيٰ،
عرَبيءَ سڏيو توکي مٺا، معشوق ۽ دلجان آ.

٣- فيض تنهن جي جي آ ڌوم ساري ملڪ ۾،
مُنڪر ويو آهي جلي حاسد سڙيو حيران آ.

٤- ڏي تون پيالو پُر ڪري مئہ محبت جو مٺا،
جاڳي نشو اڄ نينهن جو ٻي طلب اصلي ڪانہ آ.

٥- عجب سخا جي آ چالي اچن سائل پيا هزار،
ڪر سخيا اها سخا جا تنهنجي شايان آ،

٦- واه سخا سرور تنهن جي مشهور ملڪان ملڪ ٿي،
نوشيروان آهي لڄي حاتم بہ خود حيران آ.

٧- سائل آهيان سهٽل تنهن جو ڪانہ گهرجي ٿي دنيا،
دين پور ۾ دوست تنهن جو قيام ۽ مڪان آ.

٨- يا الله بخش مونکي گولن سندو آهيان غلام،
دنيا عقبيٰ ۾ غلامي حشر جو ميدان آ..

# نمبر ١٠ منقبت شريف

**ٿلهه:** پير پيارا اندر جا ٺارا ساهه جا سينگارا سهڻا يار،
پنهل سائين ڳلي چالائين دل جا دلبند دلبر يار.

١- گڏ رهڻ ۽ گڏ هجڻ ۽ گڏ گهمڻ ۾ واهه مزا،
ڪر نه دوري رهي حضوري چهرو نوري هر دم يار.

٢- گڏ رهون ۽ گڏ هجون پيا گڏ گهمئون پيا سدائين گڏ،
گڏجي گهاريون، گڏ گذاريون، سفر حضر ۾ سهڻا يار.

٣- تنهن جي محبت تنهن جي صحبت مکڻ ماکيءَ کان يار مٺي،
عيش دنيا خواه بهشت عقبيٰ گهوربان توتان سهڻا يار.

٤- تنهن جي محبت تنهن جي الفت روح منهن جو جسو جان منهنجو،
دين منهن جو ايمان منهن جو آهي مذهب ملت سهڻا يار.

٥- گوشت ۾ تنهن جي پوست ۾ تنهن جي هوش ۾ تنهنجي محبت مون،
خوراڪ منهن جي پوشاڪ منهنجي پڻ موت حياتي سهڻا يار.

٦- ڪلڻ تنهنجو ۽ ڏسڻ تنهنجو گهمڻ ۽ گفتگو سارو تو،
غذا روح سندي دل مجروح سندي ملم نه اهڙي ٻي ڪا يار.

٧- ڏينهن اول جي روز ازل جي تنهنجي گولي ٻي نه ٻولي،
لون لون رڳ ۾ خون جگر ۾ تنهنجي آهي الفت يار.

٨- ٿئي دور ٻيائي غير جدائي رهي هڪ هڪائي هر دم يار،
عطا عشق اهو ڏي صدق اهو پڪو سبق اهو تون سهڻا يار.

٩- يا الله بخش مونکي عشق محبت پير مٺي منٺار سندو،
جيستر جيان مان ساه ڏيان ٿئي روح روان منجهه محبت يار.

# نمبر ١١ منقبت شريف

**تلهه:** خوشيون ڪيو ڙي جيڏيون پنهل پير آيو،
سڪيس سال جن لاءِ هلي هوت آيو.

١- سڪندي رهيس مان، پچندي رهيس مان،
ڏسندي رهيس مان، سڄڻ سانگئون آيو.

٢- اندر ۾ هيون باهيون، ڪوڪون آهون دانهون،
پچيم روز راهون، پنهل ڪيچئون آيو.

٣- اڏايم ٿي ڪانگا، پچيم پنڌ لانگها،
نوان روز سانگا، ڏورئون نظر آيو.

٤- سرتيون سڀ پينر، آٿي مشڪ عنبر،
خوشي ڪيو ڙي گهر گهر، پنهل ويڙهي آيو.

٥- پوريون ٿيون اميدون، ٿريون خوب ديدون،
عيدن ۾ ٿيون عيدون، مولا رنگ لايو.

٦- ويو درد دوري، سڄڻ ٿيو حضوري،
ڏسو چهرو نوري پنهل آ پسايو.

٧- ڏنو ٽي جي مهٽا يايان مون ٽي ڳهٽا،
ڏسو سڄڻ سهٽا شمس ڀي شرمايو.

٨- سهٽل جان ڏسي ٽو، دلين کي لٽي ٽو،
عقل مت کسي ٽو، سمجهي ديد لايو.

٩- الله بخش هڪڙي سڄڻ جي مون سڪڙي،
دامن مون آ پڪڙي، سڄڻ ساڻ رهايو.



# نمبر ١٢ منقبت شريف

ٿلهہ: خدا ڪي جي پيارو ڪو دلدار آهي،
منهن جو پير ڪامل سو منٺار آهي.

١- دنيا ۾ پيا ٻہ هن هزارين ولي، جن کي ولايت جي سند ملي،
پر سيني جو سرتاج سردار آهي.

٢- ولين ڪيو ڪيس پنهنجو شاه آهي، اسان رعيتي تنهن جو سپاه آهي،
ڪيو مولا توکي ڪل جو مختيار آهي.

٣- ڪيان ڇا وصف سندس رخ منور، جنهن کان شرمندو آ شمس و قمر،
اهڙو ڪونہ جڳ ۾ حسندار آهي.

٤- سهڻي شاه فضل جو آ سهرو سچو، اهو شرف ٻئي نہ ڪنهن کي مليو،
سچو شاه فضل جو سو ڀڳدار آهي.

٥- ڪيائين مال جند جان فدا فضل تان، رهيو هڪ نہ ساعت جدا فضل کان،
ڪري ڪم صديقي ٿيو سچار آهي.

٦- خدا ڇيندو مونکان عمل ڇا ڪيوتي، چوندس رب نقط پير سهڻل مون ڪيو تي
حضرت خواجہ مُحمّد عبدالغفار آهي.

٧- الله بخش مستي مدامي مونکي، پياريو مٺي محبت دائمي مونکي،
نشي نينهن جو جنهن ۾ خمار آهي.

# نمبر ١٢ منقبت شريف

**تلهہ:** اچي مل پنهل پيارا دل جا دلبر پيارا،
گڏجي يار گذاريون، كامل قرب قرارا.

١- تو رمز سهٹل جالائي، ٿي بي وس دل مون كسائي،
هاٺي جانب كر نہ جدائي، رليا رهون دلدارا.

٢- جڏهن پيچ پنهل توسان پيو، مائٽ وطن مون سڀ ڇڏيو،
هك تنهن جو وجي رهيو تكيو، هاٺي سڄڻ كر نہ ويسارا.

٣- قربن تنهن جي آهي كنو، ٻيو كونہ لڳي ٿو كو منو،
هاٺي پري رهڻ ناهي سنو، گڏ رهون منتارا.

٤- تون دلبر دل جو جاني، سهٹو ماهہ كنعاني،
تنهنجي مٹ نہ ٿيو كو ثاني، عرب عجم ملك سارا.

٥- تنهنجي ثنا منجهہ افلاك آ، تنهنجي حسن جي هر جاءِ هاك آ
ٿيو شمس شرمناك آ، بلخ روم بخارا.

٦- توتي عاشق پاكستان آ، تنهنجي مدح هندوستان آ،
شام مصر حيران آ، چين ۾ چرچا سارا.

٧- الله بخش كل خطائون، مرشد منهن جون مَتَايون،
سٹي عاجز جون هي آهون، كرم كر كو هيارا.

# نمبر ١۴ منقبت شريف

**ٿلهہ:** محبوب مدني گهوٽ جو دلجان اچي ويو، واه رنگ لڳي ويو،
نائب نبيءَ ڄام جو مهربان اچي ويو، واه رنگ لڳي ويو.

١- قطب ارشاد غوث زمان آهي لقب لائق جو لقب لائق جو،
سرتاج سخي سرور سلطان اچي ويو.

٢- عربيءَ ڪري احسان مڪو آهي اسان ڏي مڪو آهي اسان ڏي،
معشوق احمد ڄام جو مهمان اچي ويو.

٣- دل هئي غمناڪ ڏاڍي مرضن ماري ڏاڍي مرضن واري،
لهي ويو ارمان جو درمان اچي ويو.

۴- جڳ ۾ هي اونڌهہ انڌوڪار چوڌاري انڌوڪار چوڌاري،
ايريو روشن سج سو تابان اچي ويو.

٥- خناس ڪري خراب هيو شور مچايو هيو شور مچايو،
ڀڄي ويو شيطان جو پهلوان اچي ويو.

٦- قلب سياه دليون دور هيون، راه ربّيءَ ڪان هيون راه ربّيءَ ڪان،
قلبن جو اوجار سخي جوان اچي ويو.

٧- دک دور ٿيا سک آيا ٿي، هر جاءِ بهاري ٿي هر جاءِ بهاري،
آيـو ابـر بـاران جو ويـران وسـي ويـو.

٨- کيئي قيصر نواب ٿيا در جا سلامي ٿيا در جا سلامي،
شاهِ شـاهـان حـکـمـران اچـي ويـو.

٩- عربيءَ کري پڳدار رهايو سرور سنڌ ۾ رهايو سرور سنڌ ۾،
غريبن جو غمـخـوار نـگـهـبـان اچـي ويـو.

١٠-الله بخش انعام آهيان مداحي سچڻ جو، آهيان مداحي سچڻ جو،
کيـان ڇا مـان قـربان جو جانان اچـي ويـو.

# نمبر ١٥ منقبت شريف

**ٿلهه:** پير پنهل يار تنهنجي مٽ نہ ڏسان مان،
اهو سچ ٿو چوان مان.
فيض منا تنهنجو جهٽ پٽ ٿو ڏسان مان،
اهو سچ ٿو چوان مان.

١- نائب نبيءَ ڄام جو آهين تون پيارو، آهين تون پيارو،
خاڪ قدمن جي اکين ۾ ٿو وجهان مان.

٢- فيض تنهنجي جي ڌوم پئي ملڪ ساري ۾ پئي ملڪ ساري ۾،
حاسد کي سڙندو ۽ پچندو ٿو ڏسان مان.

٣- شان تنهنجو الله ڪيو اعليٰ اڪمل ڪيو اعليٰ اڪمل،
در سندا دربان ٿو خاقان ڏسان مان.

٤- فيض سخي جوان تنهنجو افلاڪ زمينين افلاڪ زمينين،
سخا سندي ساراهه سڄڻ ڪهڙي ڪيان مان.

٥- حاسد سڙيا حسد ڪان ڪن جي بہ گلا ٿا ڪن جي بہ گلا ٿا،
دل چاهي ٿي تن کي سزا سخت ڏيان مان.

٦- ”الله بخش“ مونکي ڄامِ محبت جو مدامي محبت جو مدامي،
تنهنجي نينهن ۾ نادان ٿي مستان رهان مان.

# نمبر ١٦ منقبت شريف

**ٿلهه:** توکي ڳالهه ٻڌايان سچي سچڻ آهي سخي سخي.

١- فياض وڏو آ فائق، ڪري لطف لکن سان لائق،
ڏس هيڪر هلي تون اچي.

٢- نه محنت ڪرائي رياضت، آهي سخا جي سهڻي ڪي عادت،
جيڪو اچي وڃي سو رچي.

٣- واه عجب سخا جي چالي، ڇڏي ڪونه اصل ٿو خالي.
مشهور ملڪن ۾ آ لکي.

٤- آهي حاسد ڏکيو ويچارو، پر سچڻ سدائين سوپارو،
وئي هر جاءِ آ ڌوم مچي.

٥- ڳلا خور ڪرين ٿو ڳلا تون ڪائيندين خوب حشر ۾ سزا تون
ڪر توبه وڃين تون بچي.

٦- بڻ مانجهي مرد مستانو، جيئن شمع تي پروانو،
وڃ پرت پنهل ۾ پچي.

٧- آهي فيض سچڻ جو قرارو، اونهارو خواه سيارو،
جيئن چيٽ تيئن آ ڪتي.

٨- "الله بخش" محبت قائم، رهيو دوست رحمتپور دائم،
اها ڳالهه ٿي آ پڪي.

# نمبر ١٧ منقبت شريف

**ٿلهه:** آيا اڳ منهنجي آهن دوست دلي،
سڪن ڏسڻ جنهن جي لاءِ ٿا ڪل ولي.

١- دل ناز دلبر جي گهائي هئي، سڪ سوز سڄڻ جي سڪائي هئي
دردن دونهن دل ۾ دکائي هئي، ڏني باد ء صبا هيءَ خبر ڪلي.

٢- دلبر دير الائي ڇو لائي هئي، دلڙي طعنن ڏاڍي تپائي هئي،
اڄ يار وصل جي آ وائي ٿي، ٻڌي حاسد جا ويا هن جيرا جلي.

٣- رهندو يار بنا نہ مونجهارو هو، ڪائڻ گهمڻ نہ لڳندو پيارو هو،
اڄ يار سندو آ نظارو ٿيو، ٿڌي يار وصل جي آ هير گهلي.

٤- ٿيو بخت منهنجو اڄ سوايو آ، ڪامل قربئون قدم گهمايو آ،
ٿيو خاص رحمت جو اڄ سايو آ، دري بهشت سندي اڄ آهي ڪلي.

٥- اڄ ڪپڙن ۾ نہ سمايان ٿو، نہ قدم زمين تي مان پايان ٿو،
وڏا ڪرم قادر جا مان پايان ٿو، ويا درد الم سڀ غم لهي.

٦- جڏهن دلبر ڏي مان نهاريان ٿو، لک احسان ڏٿيءَ جا مان پايان ٿو.
هر هر حمد اهو مان ڳايان ٿو، مليو غوث زمان سچو دوست دلي.

٧- يار اچڻ سان ئي ڪو رنگ لايو آ، نئون نينهن اندر ۾ سمايو آ،
مچ محبت جو واه مچايو آ، وئي منصور واري آهي مَامَ ڪلي.

٨- لڳي اَلله اَلله جا ويا نعراهن، آيا نائب نبيءَ جا پياراهن،
ڏسي مؤمن ٿيا خوش ساراهن، ويا مُنڪر جاهن هوش رلي.

٩- ويئي آ فيض سخا جي بازار ڪلي، ڪن مفت عطا ڏين ٿا هوڪو هلي
ويئي جوش جذبي جي آ ڏوم لڳي واه جوان سخي تون درياه دلي.

١٠- اهڙو جوان سخي مون ڪونہ ڏٺو، هلي گهر گهر چوي ٿو انعام وٺو،
جيڪو وٺي ٿئي سو مسلمان پڪو ڏيکاري عشق شرع جي ٿو يار ڳلي

١١- يا الله بخش محبت جو جام مونکي رک شرع تي ثابت مدام مونکي،
رهي راضي مرشد تمام مون تي، چوي تو سان محبت آهي دلي.



# نمبر ١٨ منقبت شريف

**تلهه:** منهن جا بخت بلكل ڀلائي ڀلاهن
گهر ويٺي دلبر اچي مون ملياهن.

١- جنهن جي حسن تي شيدا شاه و گدا سڀ،
اهڙا حسن پرور ڳلي مون لڳاهن.

٢- جنهن جي حسن ماهتاب مجنون بنايا،
كري مهر محبت مون سان اچ كلياهن.

٣- جنهن جي در تي دانهين خاقان خسرو،
اهڙا شاه عالي اڱڻ مون لٿاهن.

٤- نظر ناز جنهن جي كيئي محب گهايا،
اكيلا ملاقي مون سان اچ ٿياهن.

٥- كيم عرض دلبر لكين لطف تنهنجا،
منهنجا حال بلكل گرا ۽ گنداهن.

٦- ڇپائين ڇريا ڇپ كر توكي خبر ناهي،
فضل آ آسان سان ته برا ئي ڀلاهن.

۷- ڪيم عرض سهڻا اهو ڪلڻ ڪنهن سيڪاريئہ،
چيائين سيڪاريل فضل جا اهي ڍنگ سڀ چالاهن.

۸- چيم مور سهڻا تنهن جي ٽور آهي،
چيائين لٽڻ دل جا هي رنگ آهن.

۹- يا الله بخش محبت اطاعت پير جي مون،
ڏسي گهر ۾ دلبر نيڻ مون ٺرياهن.



# نمبر ١٩ منقبت شريف

**ٿلهه:** آيا اڄ منهنجي هن دلدار ادا،
پئي ٿي حمد پڙهان لک لک بار ادا.

١- صد مرحبا دلبر آيا هن، وڏا ڪرم قادر جا مون پايان هن،
مشڪ يار عطر ڪي وسايا هن، اچي ٿي بهشتي هوا جي هٻڪار ادا

٢- صد مرحبا رهبر آيا اڄ، سهڻا مور مجلس ۾ آيا اڄ
نوان نينهن نظارا هن لايا اڄ، ڪهڙي وصف ڪيان مان پچار ادا.

٣- آيا اڄ مون عجيب آهن، جيڪي خاص خدا جا حبيب آهن،
ظاهر باطن روحاني طبيب آهن، ڪن نظر چڱا سَوَ بيمار ادا.

٤- آيا دوست خدا جا پيارا هن، آيا دين نبيءَ جا جيارا هن،
ظاهر باطن ڪيا جن سڏارا هن، ڪلي فيض فضلي دربار ادا.

٥- رکي صدق ادا ويهه مجلس ۾، وسي مينهن رحمت ٿو ادا مجلس ۾،
ٿئي ٿي خاص سخا اڄ مجلس ۾ موڪليو ابر فضل آ غفار ادا.

٦- ملي ٿي مفت دوا آزمائي ڏس، ذڪر قلبي يار ڪمائي ڏس،
پنهنجي حالت پوءِ ورائي ڏس، ڏينديئن ڏس ٻين کي صد بار ادا.

٧- هلي بنا پئسي ٿا دارون ڪن، دليون ذاڪر قلبن کي روشن ڪن،
ٿورو احسان طمع ذري جو نه رکن پاڻ ڏاڍو ڪن ٿا پيار ادا.

٨- يا الله بخش محبت جو جام مونکي، ڪري مست پيئڻ سان مدام مونکي،
بخش فنا جو اعليٰ مقام مونکي، وسري عيش دنيا گهر ٻار ادا.

# نمبر ٢٠ منقبت شريف

**ٿلهه:** آيو ڪامل قربئون قدم ڪٽي، صدقي ساهه ڪيان ٿيان پيرن پٽي.

١- ٿي آ خاص عنايت نصيب ڪليو، اڇي اڳڻ خدا جو حبيب لٿو،
جن لاءِ سال سڪيس سو آ محب مليو، پنهل ماڳ آيو ويو هو سانگ ڪٽي.

٢- اها دائم ڏٺيءَ ڪي پوڪار هئي، اها تات تمنا صدبار هئي،
انتظاري اڇڻ جي هر وار هئي، آيو سائل جا سڳهو سڏڙا سٽي.

٣- تنهنجي طلب لڳل سهٽا تار هئي، سڪ سوز اندر منجهه سار هئي،
دلڙي سپ جي سڪايل يار هئي، هاڻي ڪڏجي ڳناريون ٿي پري نه گهڙي.

٤- ڪيو آ قرب ڪوهيارل ٿي احسان مڃان، ناهي مون وٽ ڇا مان قربان ڪيان،
صدقي سرڙو جسو هي مون جان ڪيان، پيءُ ماءُ مڏيون سپ مال ڪٽي.

٥- الله بخش سعادت غريبن ڪي، دائم دين پور رهاءِ عجيبن ڪي،
پنهل پاڙي تڪائج غريبن جي. اها آس اندر منجهه آهي گهٽي.



# نمبر ٢١ منقبت شريف

**ٿلهہ:** آيو ڪيچئون پنهل ڄام ڪهي،
سارو ساٿ سلامت ساڻ صحيح.

١- ڏاڍا ڏينهن سڄڻ تو لايا هئا، توريءَ ڏکيا ڏينهڙا گذاريا هئا،
روز پنڌ مون رند پڇايا هئا، ايڏي دل نہ جدائي سهندي هئي.

٢- سوا تنهنجي نہ سڄڻ قرار هيو، نڪي سينڌ نہ سر مون سينگار هيو،
ڪائڻ عيش امن سڀ بيڪار هيو، مليا محب تہ ويا سڀ غم لهي.

٣- پڇي راه ڏونگر مون ڏوريندس، ڪري پنهل پنهل مون ووڙيندس،
عزت ڪٽنب قبيلو مون گهوريندس، جهلئي جڳ جي پوندس ڪين رهي.

٤- تهندي يار نہ ايڏي جدائي هئي، ڪئي پنهل تو ڏاڍي پڪائي هئي،
دل طعنن ڏاڍي تپائي هئي. آندءِ الله رهندا سون گڏجي ٻئي.

٥- شب و روز ڏٺيءَ ڪي ٻاڏايو ٿي، هر وقت پنهل ڪي پڪاريو ٿي،
سٺي عرض الله اگهايو هي، آيو پاڻ پنهل منهن جي اڳڻ پيهي.

٦- ڏٺي ڄام پنهل هيا ڏينهن ٿيا، وريو وارو وصل محبت مينهن وسيا،
آيو هوت هلي ڪيڏا ڪرم ٿيا، گهوريان گهوٽ مٿان هي جڳ ٻئي.

٧- آيو وقت وصال وڇوڙو ويو، سرتيون سهيليون گڏجي ڪو ميڙو ڪيو
آٿي مشڪ گلاب سرهو ويڙهو ڪيو، ڪيو قربان پنهل تان جند جان سيئي.

٨- ڪيئي الله بخش احسان ٿيا، مليا سڄڻ سڪ وارا ڀاڳ ڪليا،
ڪيا دين پور پر دوست ديرا پڪا. گهر گهر خوشي آهي عيد رهي.

# نمبر ٢٢ منقبت شريف

ٿلهہ: ڏيکاريو جڏهن سهڻل چهرو، شرمندو شمس ٿيو ميرو،
قمر قربان سؤ ڀيرو، سڄڻ وهہ واه مٿل وه واه.

١- هند پنجاب مون دورڙيا هن، مصر شام يمن ووڙيا هن،
عجم ايران سڀ ڏوريا هن، سڄڻ جهڙو نڪو وه واه.

٢- گهٽا مون ملڪ گهميا هن، حسن وارا بہ مليا هن،
پر ڏنا اهڙا نہ سٽيا هن، حسن دلبر بلي وه واه.

٣- هر جاءِ هاڪ آ تنهن جي، طلب خود تات آ تنهنجي،
اٽان نہ جاءِ آ ڪنهن جي، حسن جو شور بلي وه واه.

٤- جڏهن نقاب سڄڻ کوليو، ظاهر ٿيو حسن جو جلوو،
شمس شرمائجي سج پوليو، حسن جو تاج بلي وه واه.

٥- رُخ روشن قمر تابان، ڪيان قربان جملہ جانان،
پسي حيران ٿيا خوبان، نزاڪت ناز بلي وه واه.

٦- دونالين ديد سَوَ سٽيا، ڪيئي گهايا ڪيئي قتيا،
ابرو سين سر ڪٽيا، ڪجل جي ڏار بلي وه واه.

٧- واه دندان درج دهن، ڪيان مون گهور دُر عدن،
لب ياقوت، سيمي تن، گلابي گل بلي وه واه.

٨- زلف جي پيچ ڪيا اسير، ڪيئي شهباز لک شهمير،
سوين داناء وزير امير، ٿيا مستان بلي وه واه.

٩- يا الله بخش عنايت تون، ثنا جي ناهہ طاقت مون،
پينوءَ تي ڪر سخاوت تون نوري نگاه ٿئي وه واه.

# نمبر ٢٢ منقبت شريف

**تلهه:** منهن جي پير رنگ يار لائي ڇڏيا هن،
نوان نينهن جا مچ مچائي ڇڏيا هن.

١- رکي سڪ سچي جي هلي يار ايندا،
دنيا دين جا غم مٽائي ڇڏيا هن.

٢- کڏي شرڪ بدعت کيائين روشن جهان کي،
سچو دين سنت جياري ڇڏيا هن.

٣- طبيبن حڪيمن جي کيا لادواها،
ڪري نظر پل ۾ ڇٽائي ڇڏيا هن.

٤- وڄي فيض فضليءَ جو ويو جڳ ۾ واڄو،
ڏئي جوش جذبا وڄ وڄائي ڇڏيا هن.

٥- لڳي نقشبندين جو ويو يار نعرو،
لکين قلب مرده جياري ڇڏيا هن.

٦- هيو ملڪ ويران ٿي آباد ويڙو،
جهنگل رڻ پٽ پي وسائي ڇڏيا هن.

٧- وائي ذڪر جي هر طرف کان اچي ٿي،
گندا ڪم رسمي ڇڏيا هن.

٨- يا الله بخش طاعت ڪامل پير جي،
خدا مونکي رهبر ملائي ڇڏيا هن.

# نمبر ٢٤ منقبت شريف

**ٿلهہ:** ڪامل پير سان جن آ دلڙي اڙائي،
رهن مست منجهہ نينهن جي ٿا سدائي.

١- شب ور وز ذاڪر ۽ شاڪر رهن ٿا،
پلڪ هڪ پرينءَ کان نہ ڪن ٿا جدائي.

٢- دنيا، مال، ملڪيت کان الڳ ٿي رهن ٿا،
سوا سڪ سڄڻ جي نہ ڪن ڳالهہ ڪائي.

٣- فقط هڪ سڃاڻن هڪ ڪي ئي ڄاڻن،
ڪرن ڳالهہ هڪ جي پيا هڪئي هڪائي.

٤- پرينءَ جي پرت جو اچي ڪيئن مزو تو،
وڃي دل مان جيستر نہ ٽيڏا ٽيڏائي.

٥- وتين وهمن ۾ پريو چوين دل ۾ ڪجهہ نہ آ،
ٿيندو فائدو نہ سواءِ محبت سچائي.

٦- ستل خواب ۾ بي خبر سي هئا سون،
ڪري قرب ڪامل آ دلڙي جاڳائي.

٧- ٿئي دل جا ذاڪر رکي عشق رب جو،
دنيا دين ۾ بي نہ اهڙي پلائي.

٨- وڃي روح نڪري مري دل نہ ذاڪر،
قبر تا قيامت ڪري ذڪر خدائي.

٩- رکي استقامت قدر ڪر نعمت جو
متان پوءِ هٽي مٺڙا عمر وئي اجائي.

١٠- يا الله بخش محبت سندو جام مونکي،
نشي نينهن ۾ ٿئي مون حاصل فنائي.

# نمبر ٢٥ منقبت شريف

تلهہ: منهن جو پير سخين جو سردار آ،
ولين مڙين جو مهندار آ.

١- سخا جو ويو هر جاءِ هوڪو هلي،
اهڙو ڪونہ ٻيو ڪو سخادار آ.

٢- اچو جو ننگي جوان لچپال آيو،
ننگي تو ڪري ننگ جو ننگدار آ.

٣- سخا فيض بيحد پيو حسن ۽ جمال،
قمر ۽ شمس خود شرمسار آ.

٤- هند سنڌ پنجاب ۾ ڌوم مچي،
ثنا گو ڪشمير قنڌار آ.

٥- سخين جو آهي سو سلطان بيشڪ،
سخا ڏسي حاتم شرمسار آ.

٦- محي الدين مجدد چوڏهين صديءَ جو،
ڪامل قرب وارو پڳدار آ.

٧- ڪيو ڏينہ پورو آ جنهن ڏيرو پڪو،
غريبن جو وارث وفادار آ.

# نمبر ٢٦ منقبت شريف

**ٿلھ:** پنجابڻون هلي آيو پلي پنهل پيارو، ڪڇي جو ڪوهيارو،
سڄڻ رهيو سنڌ ۾ ڪيو قادر قرارو، پرور جو پيارو.

١- سڪندي هيا سال ڏکن غمن ۾ ٿيا ڏکن غمن ۾،
ڪري ڪرم آيو هوت لٿو من جو مونجهارو.

٢- اها سڪ هئي نہ ٻئي ڪار وٺي ٿي، نہ ٻي ڪار وٺي ٿي،
ٿيو قرب مليو محب وريو وصل جو وارو.

٣- شب روز منجهان شوق هيون رب کي پڪارون هيون رب کي پڪارون،
سڏڙا سڻي سات وني آيو سارو.

٤- ڏينهن رات وائي وات طلب تات هئي، اها تات هئي،
آيو اڱڻ سهڻو سڄڻ مليو محب موچارو.

٥- پيشوا مير جي ڪئي عزت ولين مڙي سيني ولين،
سلطان سخي شاه پلي آيو سوپارو.

٦- پير پيران غوث اعظم شان سخيءَ جو آهي شان سخيءَ جو،
ڏاتر ڏنس ڏان ٿيو ڪل تي قرارو.

٧- مرسل ڏيئي مان ڪئي سنڌ تي ستاري ڪئي سنڌ تي ستاري،
سالار مدني مير جو محبوب دلارو.

٨- الله بخش هان غلام مون دربان سڄڻ جو دربان سڄڻ جو،
سنڌ ۾ رهيو سڄڻ سدا ڪليو واه ستارو.

# نمبر ۲۷ منقبت شريف

**تلهہ:** نائب نبي چام جا محبوب الاهي توتي راز خدائي،

۱- فيض سندو هو کو هر جاءِ هلي تو هر جاءِ هلي تو،
ارض خواه افلاک تنهن جا يار مداحي.

۲- مشرق خواه مغرب تنهن جي هاک هلي ٿي منا هاک هلي ٿي،
چؤطرف چوڏار آ ڌوم مچائي.

۳- آئي انور تنهن جي ٿيو روشن جڳ آ ٿيو روشن جڳ آ،
رهبر کڏي تو ملک مان يار اونداهي.

۴- عرب عجم شام ۾ تنهن جو نعرو لڳي ويو نعرو لڳي ويو،
هند ۽ پنجاب تنهن جي سک ۾ سدائين.

۵- کابل ۽ کشمير تنهن جي قرب کنا هن قرب کناهن،
بلخ بخارا روم تنهن جي مدح ثنائي.

۶- مصر ۽ ايران يمن توتي عاشق سارا عاشق سارا،
بنگال بصره چين ۾ تنهن جا شاه شيدائي.

۷- سخا سرور تنهن جي منا عام هلي ٿي منا عام هلي ٿي،
اهڙي کنهن نہ کئي توڙي حاتم طائي.

۸- الله بخش بحر فيض مان بهرو سخا جو بهرو سخا جو،
پائي پانڌ ڳچيءَ آيس ٿي در جو گدائي.

# نمبر ٢٨ منقبت شريف

**ٿلھ:** سھڻو پير ڪامل آ دلبر غفاري، اھڙو ڪونہ ملندءِ گھمين دنيا ساري.

١- سخاءِ عطا ۾ آھي بينظير، صاحب فيض برڪت روشن ضمير،
فياض زمان شيخ ڪامل ڪبير، ولين جو افسر اعظم امير.

ڏسڻ ساڻ پوندءِ خبر توکي ساري.

٢- ڏس شان عزت بزرگي جلالت، عطا ڪيس عربيءَ پنھنجي نيابت،
ڪيس مير محبوب مدني ڪيڏي عنايت، بچاءِ امت منھنجي آہ منجھہ ضلالت.

تون محبوب منھنجو جماعت پياري.

٣- سندس محب عربيءَ جو منظور آھي، خدا مٽس راضي دک دور آھي،
الاھي عشق ۾ سو پرپور آھي، دنيا آخرت ۾ مسرور آھي.

اھا ڏس عنايت جو غلام غفاري.

٤- ڏيئي گوش سڻ تون سڄڻ جي سخاوت نہ چلہ نہ محنت نہ ڪرائن رياضت،
نظر فيض توجہ لاھي سڀ قساوت، مشھور ملڪين سندن ھيءَ ڪرامت.

زنده دل بنائڻ لڪين قلب جاري.

٥- ملڪان ملڪ سھڻل ھنيو آھي نعرو، سخي جوان مشھور وڏي فيض وارو،
ننگي ننگ پال آھي ڏاڍو قرب وارو، سٽي ھي سڏ سخا جو نہ ڪيو دير يارو

ھتان ويل ويندءِ ٿيندءِ شرمساري.

٦- غفاري فيض جي سڻ ادا ٻي شرافت، نبي پاڪ ڪرائي ٿو جلدي زيارت،
مرڻ مهل ٻڌندو بهشتي بشارت، جنت جاء ڏسندو قصر عمارت،

قبر تا قيامت رهي قلب جاري.

٧- اچا ٻي اي منڪر هلي ڪونہ ايندين، چڙي حسد حاسد سڙو ڪين ٿيندين،
ڏسي ايڏي نعمت تہ بہ منهن موڙيندين قبر ۾ پشيمان حيران ٿيندين،

حاصل پوء ٿيندءِ ڏاڍي خواري.

٨- رکي پير منهنجي سان محبت صداقت ڪماء ذڪر قلبي ڪري استقامت،
رکي عشق ڪر تون حاصل ڪماليت رهہ دور ان ڪان ڪري جو شڪايت،

مخالف جي صحبت آهي زهر واري.

٩- الله بخش بروهان ڏاڍو ڏڪاريل هان گولن جو گولو در جو وڪائل،
پياريو جام محبت ڪيو قرب ڪامل، نشي نينهن ۾ مست ڪيو يار گهايل

عطا عشق پنهنجو ڪيو قربداري.



# نمبر ٢٩ منقبت شريف

**ٿلهہ:** محبوب مدنيءَ جو غفاري گهوٽ پيارو آ،
هن قرب قيامت ۾ ڪيو ڪيڏو سڏارو آ.

١- هنير فيض سندو آهي سهڻي دنيا ۾ نعرو آهي سخين جو سرور سهڻو هاڪ وڏيءَ وارو،
ڏٺي دان سڏي دلبر ڪامل قرارو آ

٢- آهي رحمت پور پائرو پنهل ڪان وڏي ڪولي، ڏٺي عام سين ڪي پورل پري پيو جهولي
ڏس يار اچي هيڪر لايو واه نظارو آ.

٣- هني گناه خطائن ۾ سائين سنڌ پريل ساري مڪو محبوب مدنيءَ پنهنجو ڪري مهر نظر واري
ڪر غم نہ ادا عاصي آيو قلب اوجارو آ.

۴- هڪ جهل ضلالت ٻي ٽيون زور گناهن جو شرڪ ڪفر بي ديني ڏاڍو شور شيطانن جو
آيو اوکي وقت ۾ ٿي سهڻو دين جيارو آ.

٥- نظر ڪيميا سڄڻ جي دليون سون بڻايون هن هڪ ديد توجہ سان مولا سان ملايون هن
واه جوان سخا تنهن جي قطبن ۾ قرارو آ.

٦- ڪهڙا احسان سڄڻ ڳايان آهن ڳڻ ڪان ٻاهر جند جان تہ تان صدقي پدر ۽ توڙي مادر
ڪيان مال مڏيون صدقي گهر ٻار جو سارو آ.

٧- الله بخش خضري حياتي سهڻي پير غفاريءَ ڪي ڪر عمر عطا اسانجي پنهل پير غفاريءَ ڪي
آهي جيئڻ اجايو اسان جو سهڻو جڳ سڏارو آ

# نمبر ٣٠ منقبت شريف

**ٿلهه:** محبوب مدنيءَ جو غفاري پير پيارو آ،
رکيو تاج مٿس عربيءَ ٿيو ڪامل قرارو آ.

١- ڪري ونڊ قريشيءَ هيءَ مڪو سڄڻ آه سنڌ ڏي
ٻين ڪي بنگال دهلي ڪوئي پنجاب ڪوئي هند ڏي،
ڏنو پير فضل اسان کي دلبر دل وارو آ.

٢- ڪري ارشاد مير مدنيءَ سنڌ ڏي سڄڻ مڪو آ،
ڪيا ڪرم قريشيءَ ڪامل سهڻل سنڌ جو پڪو آ،
سَو وار پنهل تان گهور ڏنو بخت هي وارو آ.

٣- هزارين چور خوني فاسق سهڻل اچي ڇڏايا،
سوين ڀنگي شرابي فاجر آهن جهنم کان بچايا،
وڃايو فيض جو فائق جڳ ۾ نعرو آ.

٤- ڏسي حال ڏاڍو هيٺو ڪئي قدرت هيءَ ڀلائي،
ڪيو امر خاص عربيءَ رهو سنڌ ۾ سهڻا سدائي،
هت ٻئي جي ناهي جاءِ سڄڻ سنڌ سڌارو آ.

٥- اچو عرض ياترو گڏجي ڪري الله کي پوڪاريو،
عمر اسانجي مولا غفاري گهوٽ کي ڏياريو،
اهو عرض اگهاءِ مولا ٻيو نه ڪو چارو آ.

٦- الله بخش مونکي محبت سهڻي پير غفاريءَ جي،
ڪر عطا مونکي اطاعت پنهل پير غفاريءَ جي،
رهي راضي رهبر مون تي جو ناقص ويچارو آ.

# نمبر ٢١ منقبت شريف

**ٿلھ:** پنھل پير سان جن پڪو پيچ پايو،
تنين جي دلين کي مولا رنگ لايو.

١- پنھل پير جي در ويا جي وڪامي، فنا ۽ بقا جو تنين درجو پايو.

٢- الله جي محبت ٿيندءِ ڪين حاصل جيتر پير سان تو ناهي نينهن لايو.

٣- نبيءَ جي محبت جي تون عشق چاهين محبت پير جو ڪر اول يار سعيو.

٤- ٿيا ڪيئي عارف ۽ صاحب ولايت محبت پير جو جن سبق آ پڇايو.

٥- مرشد جي پيرن جي ادا خاڪ ٿيا جي وڃي پوءِ تنين جڳ ڪي آ رنگ لايو.

٦- الله جي عشق ۾ ٿي فاني رچي ويا جنين پير جي در ٿي خادم گذاريو.

٧- مجنون ڪتي جا قدم چو چميا ٿي ادا تو سبق هي نه دل سان هنڊايو.

٨- سسئي پنھونءَ لاءِ ڏونگر يار ڏوريا، ٿي مولا جو طالب تو قدم نه وڌايو.

٩- الله بخش الفت عجيبن جي مونکي. اهو عرض منهن جو سائين جلدي اگھايو.

# نمبر ٢٢ منقبت شريف

**ٿلهہ:** مرسل مير سندو خاص آ محبوب غفاري،
ولين ۾ اعليٰ اڪمل جنهن جي عزت آ پياري.

١- ولين ۽ قطبن ۾ بلاشڪ آ پيلارو مرشد فيض سخاوت ۾ آهي ڪامل قرارو،
ڪري پلڪ اندر خاص سهڻو قلب ڪي جاري.

٢- ٿيندو شان ۾ انسان پير ڪير برابر محبوب سڄيو مدني، جنهن ڪي آ سراسر،
مرده سنت منهنجي تو جانب آ جياري.

٣- نظر نوري جنهن جي فيض ۾ پرپور سا آهي ڪئيل قلب ڪندي پلڪ اندر نور سا آهي،
عطا عشق ڪري عام ٿئي وجد طاري.

٤- ڪيئي بي دين ۽ گمراه آهن ڏس سهڻي ستاريا زاني، چور ۽ بدمعاش جهنم کان بچايا،
سڄي وات شريعت جي آهي تن ڪي ڏيکاري.

٥- ولين سان عداوت جو ڪر غور مسلمان تنهن سان جنگ سندو رب جو سڻ صاف اعلان،
دنيا دين عقبيٰ جي ٿئي حاصل خواري.

٦- رک هوش ولين جو ادا شان تہ ڏس تون اِنّ اوليـاء الله ڪولي قرآن تہ ڏس تون،
لاخوفٌ عليهم سڻ ارشاد تون باري.

٧- الله بخش منہ محبت جو ڪر جام تمامي رهان مست نشي نينهن ۾ مخمور مدامي،
قبر موت خواه سڪرات ۾ رهي مونکي خماري.

# نمبر ٣٢ منقبت شريف

**ٿلهه:** اڄ خوب خوشيون تہ ملهايو، دلبر آهي آيو آيو،
يلي نعت خوشيءَ جي ڳايو، مرشد آهي آيو آيو.

١- هيس سالن جي مون سڪايل، غم هجر جي ڏاڍي گهايل،
ڪري قرب ڪامل آهي آيو.

٢- اڄ گهر گهر آهي شادي، ڪئي مرشد آ امدادي،
ڪيو جشن جو ڏاڍو سعيو.

٣- آهي چمن صحن ۾ بهاري، واهہ گل ڪليا گلزاري،
اڄ گل گلابي آيو.

٤- ويو غم درد دک دوري، آيو پير پنهل آه نوري
تيو لايو اسان جو سجايو.

٥- تيو قرب اسان تي رباني، آيو محبوب مدنيءَ جو جاني،
مولئٰ مطلب دل جو پڄايو.

٦- ڪهڙا تورا ڳائي ڳايان، وڏا پال يلي جا پايان،
پنهل ويڙهي اسان جي آيو.

٧- ڪئي رب پاڪ وڏي آ ستاري، آيو پورل پير غفاري،
سهڻل سدا سدا يلي آيو.

٨- سهڻا يلي يلي سدا آئين، قربان قدم قدم جي آئين،
سر گهور سڄڻ تان گهمايو.

٩- الله بخش اها مون نعمت، رهون گڏجي تا بقيامت،
اهو عرض الله اگهايو.

# نمبر ٢٤ منقبت شريف

**ٿلهه:** آهي سنيهو مديني کان آيو، خوشيءَ جو ڪيو سعيو.
غفاري گهوٽ جو سهرو ڳايو.

١- توکي عربيءَ سڏيو آهي محبوب مرسل مير جو تون مرغوب،
تو تي چٽ شاهي آ رکايو.

٢- توتي راضي آهي مدني، مکي بشارت شاه مدني،
توکي مرسل سنڌ ۾ رهايو.

٣- فرمايو مير محمد انور جياريو دين غفاري گوهر،
ويو عالم مان پوءِ اونداهو.

٤- توکي انعام سهڻا ملياهن سلام مدنيءَ ڏناهن،
ڪٽي قاصد خبر آهي آيو.

٥- ڪيو عيدون جماعت غفاري، ڪئي ڪامل آ قربداري،
تحفه سلامن جو آهي آيو.

٦- ڪيان گوهر تان چا قربان، کھڙيون خوشيون ملهايان عيدان،
جند جان گهوري گهمايو.

٧- الله بخش محبت مونکي، سنگت سڄڻ جي دائم مونکي،
مولا محب آهي ملايو.

# نمبر ۲۰ منقبت شريف

**ٿلهه:** عربي كان سهڻي ڏي سنيهو آيو،
مبارك مبارك خوشيون سڀ ملهايو.

١- تنهن جو شان اعليٰ تي ويو برتر، تون محبوب مدنيء جو بيشڪ بهتر،
اهو ارشاد عربيء آ فرمايو.

٢- توکي مير مرسل سلام سَوَ ڏناهن، جماعت غفاري کي انعام ملياهن،
تنهن جو رتبو بالا مولیٰ وڌايو.

٣- فرمايو ڄام احمد اسان توتي راضي، قاصد خبر يثرب كان آندي آ تازي،
مٿل دين منهن جو سهڻا تو آ جياريو.

٤- لکين لک مبارک سهڻا عرض آهن، اي محبوب مدنيء جا تنهن جي پيش آهن.
خدا لڳ اسان ڏي نظر هڪ نهاريو.

٥- هي منگتا ميراسي آيا هن سوالي، ڏئي خيرات دلبر كيو مالا مالي
خزانن کي کولي سخا اڄ کرايو.

٦- دنيا ۾ نه تنهنجي مٽ مون ڏسان ٿو، تنهنجو فيض سهڻل جهٽ مون ڏسان ٿو
سخا جو تو فائق هوكو هلايو.

٧- الله بخش ناقص نماڻو نڌر آ، تنهنجي تکيو نه پيو کو ٿمر آ.
دنيا آخرت ۾ رلي گڏ رهايو.

# نمبر ٣٦ منقبت شريف

**ٿلهه:** محبوب مدنيءَ جو سهڻل آ غفاري،
سنت نبيءَ جي سچڻ آ ستاري.

١- سوين چور زاني زنده دل بنائي، ذکر جوش جذبہ جي لذت وٺائي،
سبق ڏئي سڪ جو مولا سان ملائي، وٺائي راه حق جي منزل پڄائي.
ندي فيض جي ڪئي سهڻل آ جاري.

٢- سخا فيض جو مان ڪيان ڇا بيان، بحر آه عميق بي حد بي پايان،
هي ناقص نماڻو نہ طاقت زبان، ثنا صفت ڳايان پيو هر هر زمان،
هجي تا قيامت درگاه غفاري.

٣- عجب نقشبندين جو نعرو لڳي ويو، سچڻ جي سخا جو آ هوڪو هلي ويو
حاسد آ حسد ۾ سڙي ۽ پچي ويو، ذکر جوش جذبہ جو واڄٽ وڄي ويو
هنڌ سنڌ پنجاب بلخ ۽ بخاري.

٤- ڏسو ديد ۾ واه تاثير آه، ڪيو قيد جڳ کي اسير آهي
ڪئيل قلب روشن ٿيو منير آه، هنيو عاشقن کي تکو تير آهي،
ڪيني ڪسي پيا نيڻن نير جاري.

٥- نظر نور سهڻي جي اڪسير آه ڪري لوهہ کي سون پارس پير آهي،
ڪئيل سياه دلين لاءِ تنوير آه اسم ذات دل ۾ ڪندي تحرير آهي،
قبر ۽ حشر ۾ رهي ذکر واري.

٦- عجب واهه دلبر جي تقرير آهي، آب حيات قلبي هي تفسير آهي،
ناهي جاءِ شهد جي شڪر شير آهي دلين جيار دلاويز دلپذير آهي،
ڪري مست مجنون ٿئي وجد طاري.

٧- موهيو جڳ کي مٺڙي گفتار آهي، ڪبڪ ٿور خرامان جا رفتار آهي،
سيرت خلق نبوي ٻيو پيار آهي، حسن جي زياده چمڪار آهي،
دلين کي لٽي ٿي ٿئي بي قراري.



## نمبر ٣٧ منقبت شريف

ٿلهه: سدا ياد پون ٿا پنوهار عمر،
گهڙي پل نه وسرن سي سنگهار عمر.

١- ڏاڍي آس اندر ۾ اڪير آهي،
بو تو هتڙي ساهه ملير آهي،
وس ڪونه هلي جهليو تقدير آهي،
سگهو سانگي لهندا مئي جي سار عمر.

٢- خوش ڪيئن گذاريان هت ڪوٽن ۾،
منهن جا مارو وسن ٿر پوٽن ۾،
وبنديس جلد وري نه ٽينديس ڪوٽن ۾،
پوندا نينڻ نري ڏسي ڏو ٽي ڏنار عمر.

٣- قسمت سانگين ڪان هي وڇوڙا وڌا،
جدا جالڻ مونکي ڏکيا ڏينهن ٿيا،
سورن ساڙي ڇڏيو جلي جيرا ويا،
وڌي حد ڪان ويا منهنجا هن آزار عمر.

٤- اڄ ملڪ ملير منڊائتا مينهن پيا،
مارو منهه موٽيا تڏا ڏينهن ٿيا،
چڪيا ڦٽ فراق نوان نينهن ٿيا،
ڪنهن سان درد اوريان ۽ آزار عمر.

٥- ڪيا ويڙهيچن سان جي ٿم سخن سچا،
سدا ياد آهن دل تان ڪين لٿا،

لاهي لوئي پنهنجي ڏيکيندس ڪين وڳا،
توڙي ليڙون ٿين ڪٽي هزار عمر.

٦- رات گذري ٿي سورن ۾ سڄي،
هنجون هاري اکين جو ويو آب ڪڇي،
ڏينهان ڏکن ڏولائن ۾ آهيان ڏکي،
اکيون روز روئن زارون زار عمر.

٧- ڏٺي بخش مدايون ٿيان سانگين سان سڃي،
ملان مارن سان لڇايان نه ڪٿي،
وڃي پکن ۾ پنو هارن سان رهنديس ڪٿي،
لهندا درد دل جا ۽ غبار عمر.



# نمبر ٢٨ منقبت شريف

ٿلهه: اڄان مين مُنڙي رووان شام و سحر
تون تان خوش وسدا وچ رحمتپور.

١- هر ويلے يار دي تانگهه لڳي، سک سيني اندر وچ سانگ لڳي،
ڏکي دلڙي کون اها تانک لڳي، ٿيا سڙ سڙ خون سياه جگر.

٢- تتي جوڳڻ تي چوڌار قبران، هند سنڌ پنجاب تے ماڙ قبران،
ڳلي کوچے شهر بازار قبران، متان سانگي سبب آويم يار نظر.

٣- جنهن کارڻ سو سختي جهاڳي مين، قبران ڏوهاڳي ديس بيراڳي مين،
جيندين ڏيکان پورل ساڳي مين، ٿيوان باغ بهاران خوشيان مين کر کر.

٤- جنهن ڏينهن دي لڳڙي ياري هئي، عزيز خويش دنيا مين وساري هئي،
تيڏے قدمين حياتي گذاري هئي، نهين آوڻ ڏيندے هن گناه مگر.

٥- دلڙي يار کيتے کر لاوے پئي، تڙ ڦاوے غم کهاوے پئي،
دکُ پاوے سول نبهاوے پئي، کڏهن ٿيسين ديدار دي شالا سحر.

٦- جيندے ڏيکان شالا جهوک سجن دي ڏيسان ٻهاري تنهن پاک صحن دي،
کريسان زيارت رج تے منڻار موهن دي ڏک ٽل ويسن اکيان ويسن ٺر ٺر.

٧- حضرت الله بخش دي عطا عام هووے ويڙهے پورل آوے تے صحن سهاوے
نوري قدم گهماے درد دلدا لاهے، تي قربان کريسان سؤ سؤ شکر.

# نمبر ٣٩ منقبت شريف

**ٿلهه:** مٺل يار سوا منهنجي نهين سردي،
تانگهه وڌندي وجي سڪ آوي چڙهدي.

١- ڪيو هجر تنهن جي مونکي زاروزاري، دل ٽڪڙي ٽڪڙي سرڏارو ڏاري،
مونجهه واڌو وڌ، ڏک تارو تاري، رب ميلي جاني ويني دانهان ڪروي.

٢- سهڻا يار پورل ڪڏان پاوي ڦيرا، شالا مارڪي ڦيرا ڏسين حال اوميرا،
دل دردين ماري ڏکن لايا ديرا، راتين آهون پردي ڏينهان سولين سڙدي.

٣- لڳل چوٽ جا آ ڪنهن سان نه سليندس جان ٿيندم ميلو جان رلدي مرنديس،
زورو دانهون فريادون ڪندي رهنديس، غم ٻاجهه دلبر جي ٻيو نه ساه پردي.

٤- جنهن يار مٺل بنا پل نه سري، ٿي ويو هو ته جدا ڪميني جا ڪري،
ڏيان ٻاهه پنيور ڪي ٿو ڏيل ڏري، لڳي آڳ اندر ۾ پئي سڙدي جلدي.

٥- الله بخش خطائون اميدون نه لاهيان، ڪندا قرب پنهنجو توڙي لائق ناهيان،
سڏي ڪول ڪندا آسروند مون آهيان، ويندا غم لُهي شڪرانا ڪردي.

# نمبر ٤٠ منقبت شريف

ٿلهہ: واهہ سنڌ پنجاب ۾ بهاري ٿي،
جڏهن پير ڪامل جي نظرداري ٿي.

١- اهو خير الوريٰ جو فرمان آهي، ٿيندو مجدد صديءَ ۾ هڪ جوان آهي،
ڪڍي بي ديني ڏيندو ايمان آهي، آهي رحمت رب جي ساري ٿي.

٢- آيو غوث زمان آ احسان ٿيو، ويا ڏکڙا راضي رحمان ٿيو،
مرض معاف ٿيا ارمان ويو، ڏاڍي غريبن جي غمخواري ٿي.

٣- ٿي هر جاءِ ذڪر جي تنوار ادا، ٿيا متقي جي ها ڳنوار ادا،
لائي مرشد دل ۾ ڪا تار ادا، هر جاءِ هو هو جي هبڪاري ٿي.

٤- پريل جهل خطا ۾ جي تار هئا، نڪي نيڪ نہ نيڪن جا يار هئا
آهي خائف خدا خبردار ٿيا، تن کي حاصل پرهيزگاري ٿي.

٥- جيڪي دين شرع کان دور هيا، ڪيل نفس شيطان جا مقهور هيا
هڪ نظر سان محبت ۾ پرپور ٿيا، تن کي شريعت ڏاڍي پياري ٿي.

٦- اڄ سنڌ پنجاب بهار ٿيو، سرهو قابل ڪشمير قنڌار ٿيو،
عرب عجم عراق گلذار ٿيو، راحت روم بلخ ۽ بخارا ۾ ٿي.

٧- حاذق ڪامل حڪيم جراح آه، مڙني مرضن شفا ان جي نگاهہ آه
آندو بختن اسان جي الله آهي، ڪري نظر تہ زائل بيماري ٿي.

٨- ٿيو ملڪ سڄو ئي ڪشمير ادا، آيو گمراهن دستگير ادا،
سينا صاف ٿيا قلب سڌير ادا، آهي گنهگارن جي دلداري ٿي.

٩- الله بخش عشق انور جو، مٺي مير مدنيءَ منور جو،
پرين پير پياري تنهن رهبر جو، جنهن سنت نبيءَ جي جياري ٿي.

# نمبر ٤١ منقبت شريف

**ٿلھ:** فضلي فيض جو دنيا ۾ نعرو آ،
چمڪيو دين جو روشن ستارو آ.

١- وڏيل جهل سندي انڌوڪار هئي، گهٽيل دين جي رونق بازار هئي،
آئي رهبر جي ويو گلزار بڻي، اڄ دين نبيءَ جو قرارو آ.

٢- هر جاءِ شر شيطانيءَ جو شور هيو ڏاڍو گناهن خطائن جو زور هيو،
نڪي خوف خدا نه ڪجهه غور هيو، اچي شيخ ڪامل دين جياريو آ.

٣- قلب سخت سياه منجهه ننڊ ستل، هيا راهه ربانيءَ ڪان دور پيل،
منجهه حرص هوس جي سارا گتل، الله آندو قلبن او جارو آ.

٤- هيڙو حال حقير ضعيف ادا، هيو ملڪ سڄو ئي مريض ادا،
ٿي جاري غيب ڪان پوءِ هيءَ ندا، اچڻو غوث زمان رب جو پيارو آ.

٥- ٿيڙو رايو ربي ته دلدار اچي، جلدي دين نبيءَ جو غمخوار اچي،
هن وقت حضرت عبدالغفار اچي، جيڪو فيض سخا ۾ قرارو آ.

٦- آيو بيواهن دستگير ادا، ٿيو دين پوءِ روشن منير ادا،
ڪيائين لکين دليون اچي سڌير ادا، سنڌ عرب عجم ۾ هاڪارو آ.

٧- الله بخش خطا ڪر مسرور مِنا، سينو صاف قلب ٿئي معمور مِنا،
هجان مرشد وٽ مون منظور سَدا، سواءِ دوست تنهنجي پيونه سهارو آ

# نمبر ٤٢ منقبت شريف

**ٿلهه:** سخا ۾ منهنجو پير مشهور ٿي ويو،
جنهن جي فيض کان ملڪ معمور ٿي ويو.

١- اچي جو سوالي وڃي ڪين خالي، ڪري مالا مالي ڏک دور ٿي ويو.

٢- ڪري جي اشارو وڃي غير سارو، ڪنئيل قلب ڪارو روشن نور ٿي ويو.

٣- ڏسي فيض ڪثرت پني جڳ ۾ حيرت حاسد منجهه حسرت سڙي سور ٿي ويو

٤- پياري مٺ محبت جذب جوش محبت مثل مست موسيٰ ڪوه طور ٿي ويو

٥- رکي خلق نبوي وصف ساڳي عربي، وندي فيض فضلي نوري نور ٿي ويو.

٦- ڪري خاص احسان تيو آ مهربان تيان لک وار قربان اکين نور ٿي ويو.

٧- الله بخش محبت ڪامل پير حضرت فنا جي مون دولت واه منظور ٿي ويو.

# نمبر ۴۲ منقبت شريف

**ٿلهہ:** پير ڪامل رهبر منهنجا دارون دل جو ڪن ٿا،
دارون دل جو ڪن ٿا، پنسو هڪ نہ وٺن ٿا.

۱- هڪ نظر سان لکين دليون پل ۾ روشن ڪن ٿا،
غير محبت دور ڪري عشق الله جو ڏين ٿا.

۲- مرض مهلڪ لادوا ان جي بہ دوا ڪن ٿا،
صدق رکي جي هليا ايندا جلدي شفا لهن ٿا.

۳- غريبن تي خاص مهربان وڏا احسان ڪن ٿا،
خُلق ڏيئي موهي خَلق جي دلڙي کسي وٺن ٿا.

۴- مئہ محبت جام پياري جوش جذب ڏين ٿا،
منجهہ شوق شريعت عشق الاهي مست و مست ڪن ٿا.

۵- نڪي محنت نڪي رياضت دل کي ذاڪر ڪن ٿا،
ذڪر ذاتي اول ڏسي سڪ جو سبق ڏين ٿا.

۶- زاني فاسق توڙي چور تن تي ڪرم ڪن ٿا،
خوف خدا جو دل ۾ ڏيئي تن کي صالح ڪن ٿا.

۷- نيڪ فاسق اعليٰ ادنيٰ سڀ تي ڪرم ڪن ٿا،
راهہ حقيقت ثابت شريعت خوف خدا جو ڏين ٿا.

۸- الله بخش رک محبت تن جي، جي رستو حق جو ڏسن ٿا،
راه طريقت وارث شريعت ثابت قدم رکن ٿا.

# نمبر ۴۴ منقبت شريف

ٿلهه: اسان جو آ رهبر بيشڪ ڪامل ولي،
پيارو نبيءَ جو آ دلبر دلي.

١- سخاءِ عطا ۾ وڏي فيض وارو،
ڏئي فيض جڳ کي ٿو گهر گهر هلي.

٢- آئي رهبر دين آباد ٿي ويو،
قساوت قلب جي وئي ساري چلي.

٣- سخا فيض سهڻن جي مچي ڌوم وئي آ،
حاسد منجهه حسد جي ويو سارو جلي.

٤- بچيل نفس شيطان کان سوئي رهندو،
محڪم پير جي جنهن آ دامن جهلي.

٥- سخا فيض ڪثرت ڏسي پير جو هي،
ويو منڪر جو چيتو آه بلڪل ڀُلي.

٦- ڪري تڪليف الله لڳ تبليغ ڪن ٿا،
گهرن ڪين پئسو نه پائي تلهي.

٧- منگن مال ماني نه ڪو ڏي اصل ٿا،
ادا جو تون وهمن ۾ ويو آن رلي.

٨- الله بخش غلامي مون در پير جي،
عمر گڏ گذاريان مون ساري ڪُلي.

# نمبر ۴٥ منقبت شريف

**ٿلهہ:** تنهنجي فيض سخا ڪان جڳ نور ٿيو،
جهل شرڪ اندارو ٿي دور ويو،
پير مٺا پير مٺا.

١- تنهن جي آئي مٺا وڏا احسان ٿيا،
موٽي لکن ڪي ڪَسيل ايمان مليا،
ٿي اسلام سندو پوءِ ظهور ويو.

٢- تو اچي ذڪر ذاتيءَ جي تلقين ڪئي،
دل عشق شرع سان رنگين ڪئي،
ڪٺيل قلب سارو ٿي پرنور ويو.

٣- اڳي ملڪ سڄو هو ويران مِٺا،
ظاهر باطن ذرون نيشان مٺا،
تنهن جي آئي مِٺا جڳ معمور ٿيو.

۴- توکان فيض وٺن سڀ اهل زمين،
از تحت الثريٰ بہ عرش مڪين،
ذري ذري ۾ تنهنجو نور ٿيو.

٥- تنهن جي نظر شفا هر بيمار مِٺا،
توڏي ڏسڻ نبوي ديدار مٺا،
دک درد الم سارو دور ٿيو.

٦- تنهنجي نور ظهور كان روشن جهان،
تنهنجو محب موليٰ جو منظور ٿيو،
تون غوث زمن آن قيوم زمان.

٧- الله بخش محبت پير سندي
تنهن غوث زمان دستگير سندي،
كري قبول مٿا مسرور كيو.

# نمبر ٤٦ منقبت شريف

**ٽلهہ:** اڄ دوست خدا جي آ شادي ٿي،
گهر گهر مبارڪ بادي ٿي.

١- چهرو گهوٽ سندو آہ شمس الضحيٰ، نيڻ نرگس زلف وليل سجيٰ
لعلي لبن جي موهيو جڳ کي ادا. حسن يار جي هر جاءِ منادي ٿي،

٢- گل برگ نازڪ پر ناز بدن، ڏسي ڏند ڪري ريس در عدن،
لب لعل يا قوت سيمي زقن، پسي عشاقن ۾ شور بيتابي ٿي.

٣- ڪري شاہ شادي گهر آيو اڄ، مولىٰ مطلب دل جو پڄايو اڄ،
مٺان گهوٽ جي سرگهور گهمايو اڄ اها خاص اسان تي امدادي ٿي.

٤- ٿي اڄ گهر گهر اسان جي عيد آہ، اڄ ڏينهن ڀلارو سعيد آهي،
سڙيو حاسد حسد ۾ شديد آہ، گهر گهر ڪوچي ڳليءَ رونق تازي ٿي.

٥- شادي شهنشاہ جو شان تہ ڏس، ڏاڍو مسڪينن تي مهربان تہ ڏس،
ڪيڏو غريبن تي هي احسان تہ ڏس، ساڳي مسند نبوي گادي ٿي.

٦- عجب شاديءَ جو تہ نمونو هو، نڪو ڪانڊو رسمي نمونو هو،
ساڳيو سالم نبوي نمونو هو، ڪدي شرڪ بدعت جي بربادي ٿي

٧- اسان نعت خوشيءَ مان ڳايون ٿا، لک بار مبارڪ گذاريون ٿا،
پيا الله کي پڪاريون ٿا. عمر ڊير سهڻن جي درازي ٿي.

٨- مڙي ميراسي منگتا آيا هن، لئہ خيرات وٺڻ در تي آيا آهن،
پنڻ پنِسو نہ پائي آيا هن، ڏي محبت پنهنجي ءِ راضي ٿي.

٩- اچن سخين وٽ جي سوالي ٿا، چڱن ڪين ڪنهين کي خالي ٿا،
ڏئي خير ڪن مالا مالي ٿا، عادت عطا سخا تن آزادي ٿي.

١٠- الله بخش انعام هن عاصيءَ کي در تي آيل پينو ميراسيءَ کي،
ڏئي خير خوش ڪيو پياسيءَ کي، ڪوليو در سخا جو رهبر هادي ٿي.



# نمبر ۴۷ منقبت شريف

**ٿلهه:** مرشد مربي مهربان ڪر صاف دل جو هي صحن،
هن قيد ڪان آزاد ڪر تان وڃين ڏسان پنهنجو وطن.

١- نفس نا فرمان مون ڪان ملڪ پنهنجو وساريو،
بهر خدا ڪر ڪا مدد تان وڃي ڪُسي اهو راهزن.

٢- وطن تنهنجو اصلي اهو موڳا رهين ڇو مست هت،
آزاد ٿي پرواز ڪر جتي ديرو لايو آ عارفن.

٣- ريءَ مهر تنهنجي منا اهو ملڪ نه نصيب ٿئي،
ڪر پلا تون ڪا پلاٿي تان روح ڪي اهي پرٿين.

٤- ڪر درد منهنجي جي دوا توريءَ سجهي نه در پيو،
ڏسي مرض مهلڪ مون سندو ڪيو لا دوا آهي ڏاهن.

٥- حبيب تون طبيب تون تنهنجي نظر دردن دوا،
ڪر ڪا ستاري آهين غفاري توڪي فضلي دلبر چون.

٦- صد حيف تن جي حال تي جن ملڪ پنهنجو وساريو،
سمجهه معنيٰ من الايمان جن ڪي آ حب وطن.

٧- تنهن جي محبت توڪان گهران تو ۾ فنايت ٿئي نصيب،
يا الله بخش مونکي رابطو سندو پرين.

# نمبر ٤٨ منقبت شريف

**تلهه:** منهنجو پير غوث زمان جوان سخي،
جنهن سهڻي نبيءَ واري چال رکي.

١- سندس مجلس آهي غريبن جي، آ رفيق جماعت غريبن جي،
نبوي خاص بشارت غريبن جي. فطوبيٰ للغرباء آ حديث سچي.

٢- کهڙو خلق سندو مان بيان ڪيان، آهي نبوي نمونو روشن عيان،
وڌ شرح انکان مان ٻي کهڙي ڪيان، آهي هلت چلت سڀ خصال نبي.

٣- عجب حسن حبيبن جو جمال آهي، رخ شمس الضحيٰ هڪ مثال آهي
رهندو نوري نظارو هر حال آهي، اچي ياد ڏسڻ سان الله ربي.

٤- واه نظر عجيب تاثير آهي، ڪيو جڳ کي ادا جنهن اسير آهي
مني مکڻ ماکيءَ کان تقرير آهي، وسريو گهر جنهن کي آ تار لڳي.

٥- رکي صدق ادا جو حضور اچي، پيالو قلب وارو سو پرپور ڏسي،
مطلب پورا پنهنجا ضرور ڏسي، اتني بنا شڪ اها ڳالهه سچي.

٦- ڪيو فيض سخا ۾ ڪمال آهي، تي جڳ ويو مالا مال آهي،
اهڙو ڪونه دنيا ۾ مثال آهي، وئي شرع سندي آه شمع ٻري.

٧- هلي ملڪن ڪي تہ سڌاري ٿو، دين پاڪ نبيءَ جو جياري ٿو،
ڪٽيل قلبن ڪي هي اوجاري ٿو، وڃن عشق الاهيءَ منجهہ رچي.

٨- پري جام محبت پياري ٿو، نشو نينهن جو خوب ادا ڏياري ٿو،
گهر عيش دنيا سڀ وساري ٿو، پڇ يار خبر جن اها لذت چکي.

٩- يا الله بخش عمر تون عجيبن ڪي، منهنجي نورِ نظر تہ نجيبن ڪي،
رکي ڏير سلامت حبيبن ڪي، جنهن سنت نبيءَ جي آ روشن رکي.



# نمبر ۴۹ منقبت شريف

ٿلهہ: پنهل يارا قرب قرارا ڏين پور تنهنجو ڏيرو يار،
هتؤن جو هئين تون هتي تون آئين پلي تون آئين، سدا تون آئين،
جنين جو هيئن تن وٽ آئين تو تئون جان گهوريان مان سهڻا يار.

١- جڏهن روز ازل جو آيو هيو، تو ڪرم سهڻا فرمايو هيو،
تنهنجو نينهن اندر ۾ سمايو هيو، هي اڄ ڪلهہ جو نانا تو يار.

٢- سالن کان هي صدائون هيون، هر وقت ڏٽيءَ کي دانهون هيون،
مقبول اسان جون دعائون ٿيون، آيو ڪيچئون هلي سو پنهل يار.

٣- ڳالهہ سٽو پنجاپ وارا، ڪيا ڪرم قريشيءَ سخذ تي سارا،
مڪا سڄڻ اسان ڏي سي دل وارا، هيا جن جا آيا تن وٽ يار.

۴- ڳالهہ سٽو ادا راٽيپوري، حب آ بڙي توڙي نور پوري،
آهي دوست اصلي ڏين پوري، هيءَ ونڊ ازلي آهي يار.

۵- سڪندي اسان کي سال ٿيا، ڏاڍا هيٺا اسان جا حال ٿيا،
ڪني پلي پلاٽي پال ٿيا، آيو هوت هلي پوءِ اڳڻ يار.

٦- يا الله بخش مون هان پينو گدا، هجي سڄڻ جي مون سان سنگت سدا
ڪر دنيا عقبيٰ ۾ ڪين جدا، اهو عرض اگهايو پاڻ ستار.

# نمبر ٥٠ منقبت شريف

**ٽلهہ:** ڪيو اسان تي فضل ڪيڏو رب ستار آهي،
مڪو پير اسان ڏي خواجہ حضرت عبدالغفار آهي.

١- جنهن جي غلاميءَ تي فخر آهي ولين کي،
هر جاءِ هوڪو اهو، آيو قطب مدار آهي.

٢- سهڻن سنت اچي تازي ڪئي، بدعت جي بربادي ڪئي،
تي هر جاءِ آبادي وئي، آيو دين جيارو آهي.

٣- خزان وئي بهاري تي، بلبلن ۾ خوشي خماري تي،
تي سڀ جاءِ گلزاري وئي، آيو جڳ جو جنسار آهي.

٤- حسن ۾ بينظير آ، جڳ سندس اسير آ،
جملہ خوبان جو مير آ، آيو دلين جو دلدار آهي.

٥- صورت ۾ نہ سندس ڪو ثاني آ، شهہ خوبان جهاني آ،
دنيا مٿس ديواني آ، آيو من جو منٺار آهي.

٦- سخا ۾ بحربي پايان آهي، جڳ تيو حيران آهي،
سندس فيض بي حد بيان آہ، آيو سخين جو سردار آهي.

٧- يا الله بخش غلامي پير جي، محبت صحبت پير جي،
ٿئي دعا قبول فقير جي، تنهنجي غفاري دربار آهي.

## نمبر ١٠ منقبت شريف

**ٿلهه:** منهنجو پير سخي فيض وارو آ،
جيڪو قطبن منجهه قرارو آ.

١- ڪري ذڪر ذاتيءَ جي تلقين ادا، تشي ذاڪر دل تي رنگين ادا،
جاڳي عشق شرع جي آئين ادا، ڏيندو سبق اول سڪ وارو آ.

٢- هلي ملڪن ڪي تہ سڌاري ٿو، دين پاڪ نبيءَ جو جياري ٿو،
ڪٽيل قلبن ڪي يار اوجاري ٿو، جنهن جي فيض رڱيو ملڪ سارو آ

٣- سندس محفل مجلس آ حال نبي، سندس روشن هلت آ چال نبي،
فقط قال الله ۽ قال نبي نائب خاص نبيءَ جو پيارو آ.

٤- جذبہ جوش ڏئي مٺي ماري ٿو، جلدي منزل تمام ڪرائي ٿو،
عشق شريعت ٻئي سيکاري ٿو، ڏيندو سبق اول ئي سڪ وارو آ.

٥- ڪري نظر ميون دليون جياري ٿو، نڪي چلا رياضت ڪرائي ٿو،
جلدي رستو حق جو ڏيکاري ٿو، سندس فيض رڱيو ملڪ سارو آ.

٦- سندس وصف آهي،سپ خلق عظيم جنهن جو فيض سخا آ خاص عميم
اخلاق عادات رسول ڪريم، موهيو خلق سندس جڳ سارو آ.

٧- سهرو شاه فضل جو دلدار ادا، ڪئي جان فدا جنهن گهر ٻار ادا،
حاضر حضر ۾ هر بار ادا، ڪري ڪم صديقي تيو سچارو آ.

٨- الله بخش اطاعت پير سندي، گذري عمر منهنجي آه ساري گندي،
رهان دائم مان تي درجي بندي، ڪندو قرب جو ڏاڍو قربن وارو آ.

# نمبر ٢٥ منقبت شريف

**ٿلهہ:** منهنجو پير ڪامل سخي فيض وارو،
نوري نور آهي سو نوري نظارو.

١- ڪلهوڙا ڪڇي جا مست ٿي مچي ويا رتڙ رنگ وٺي لعل ٿي سڀ رچي ويا
مهيسر محبت ۾ پڪا ٿي پچي ويا ڪوربنچڻ قاضين کي لڳو يار وارو

٢- پنا جوش جذبہ ۾ مستان ٿي ويا، ڪونڌر ٿي قلندر جلدي جوان ٿي ويا،
رڪي سومرا سڪ سي حيران ٿي ويا، ڪارن ۽ ڪوجهن کي ڏنو بخت وارو.

٣- بروهي ٽڪر جا بهاريءَ ۾ آهن، ڪوسا چانديا منگسي خماريءَ ۾ آهن،
حاجي ماڇي ڪنير گلذاريءَ ۾ آهن، جتوئن پڙهيو ٿي پنو پرت وارو.

٤- قريشي ۽ سادات سرمست ٿي ويا، کهڙا ياڳت پٽي ميمڻ چست ٿي ويا،
چنا سيال سهتا پر عشق ٿي ويا، نانگورن ۾ اچي ادا هنيو نرِ نعرو.

٥- سخا فيض سهڻل جو ڪيان ڇا بيان، مثل شمس جي جڳ ۾ روشن عيان،
ڏسي جي نہ چمڙو تہ کهڙو زيان، حاسد منجهہ ڏکن جي آ ڏکيو ويچارو.

٦- الله بخش عصيان جي مون ڪيا هن، عمل مون عبادت ذرو نہ ڪيا هن،
مگر پير ڪامل هٿ مون ڪيا هن، ڇڏيندا نہ خالي هي ڪوجهو ۽ ڪارو.

# نمبر ٢٥ منقبت شريف

**ٿلهہ:** شهنشاهہ رهيو آهي اڄي دينپور ۾،
خدائي وسي ٿو نور دينپور ۾.

١- محي الدين مجدد چوڏهين صديءَ جو، جيارڻ دين لاءِ آ رهيو دينپور ۾.

٢- يتيمن جو يارو ۽ پڳدار مدني، غريبن سان گڏجي رهيو دينپور ۾.

٣- خدا جنهن تي عاشق نبيءَ جو پيارو ڪيو آهي ديرو اڄي دينپور ۾.

٤- مڪي ڪان هلي شاهہ رهيو منجهہ غريبن، ڪري سنت پوري رهيو دينپور ۾.

٥- جنهن جي در نوڪر خاقان خسرو، اهڙو شاهہ عالي آيو دينپور ۾.

٦- رحمت جا بادل ٻہ دائم وسن ٿا، ٿئي خوب بارش ٿي اڄ دينپور ۾.

٧- ننڍين ۽ وڏن گڏجي عيدون ملهايون، خوشيون ۽ جشن ٿيا اڄ دينپور ۾.

٨- ڪڇي جا ڪانڊيرا ليون ۽ ڪنڊيون پڻ ٽڙي گل ڦل ٿيا اڄ دينپور ۾.

٩- ڪڇي تي ڪرم ٿيو ڪئي بخت ياري ڪلهوڙن جي پاڙي رهيو دينپور ۾.

١٠- الله بخش رفاقت پنهل پير جي مون، رهون دائم گڏجي سهڻا دينپور ۾.

# نمبر ٥٤ منقبت شريف

**ٿلهہ:** اي غوث زمان اي شاه جهان تون ڪل جڳ جو آن سرور يار،
توکي سَرداري ملي، مختياري ملي، تنهنجو قدم ڪلي آ ڪل تي يار.

١- دک درد الم سڀ دور ٿيو، ويو شرڪ ظلم جڳ نور ٿيو،
تنهنجو نعرو لڳو، شيطان ڀڳو، ٽوڙيو ڪفر ٽڳو اچي پل ۾ يار.

٢- تنهنجي آئي ڪفر اونداهي وئي، جڳ ساري ۾ روشنائي ٿي،
تي جلوه نمائي وئي جهل سياهي، ٿي ياد خدائي جڳ ۾ يار.

٣- تون غوث زمان قيوم زمان، تنهنجو فيض سخا در جملہ جهان،
ست فلڪ زمين تان تحت ثريٰ، توڪان فيض وٺن سڀ سهڻا يار.

٤- تون دلدار نبي منٺار نبي، تون يار حقيقي غار نبي،
تنهنجي چال نبي آ خصال نبي، سيرت صورت ۾ سهڻا يار.

٥- تنهنجو رنگ نبي آ ڍنگ نبي، تنهنجي سنگت صحبت ديدار نبي،
تون جمال نبي تون ڪمال نبي، تنهنجو خلق عادت آ عربي يار.

٦- تنهنجي فيض سخا آ ڌم مچائي، هنڌ سنڌ پنجاب ۾ تنهنجا يار مداحي
ايران يمن يونان متا، شام ۾ شهرت تنهنجي يار.

٧- عرب عجم ۽ عراق سارو، بلخ روم بخارا ۾ تنهنجو نعرو،
بنگال بصره ۾ واه نظارو، چين ۾ تنهنجو چرچو يار.

٨- يا الله بخش مون زبان آها، جا دلبر جي ڪري صفت ثنا،
اها تار هجي ٻي نہ ڪار هجي، اهو ورد وظيفو دل تي يار.

## نمبر ٥٥ منقبت شريف

ٿلهہ: لاهي نقاب سڄڻ هڪوار تو جهاتي جان پائي،
ٿيا دانشمند ديوانہ دلڙي مفت کسائي.

١- ڏسي حسن جمال دلبر تيو هر ڪو مستانو،
ويو عيش پلي پوءِ سارو زرمال ۽ زمانو،
لڳي آگ اندر ۾ جيئن شمع تي پروانو،
پتنگ جان پڇي هزارن پنهنجي جان جلائي.

٢- پڙڪي باه برهہ بدن ۾ تيو نينهن اظهارا،
وطن خويش مائٽ پلي ويا سڀ سارا،
لتا لاڳاپا لوڪ جا هڪ پنهل تون پيارا،
قربان سڄڻ مان توتان تنُوَن لعلڻ لائي.

٣- دونالي ديد دلبر واه وار جو ڪيو،
سڌو سيني ۾ سڄڻ سنڪار اچي ڪيو،
هڪ مان نہ زخمي جڳ شڪار تي پيو،
سو ڪنل تيون دلڙيون دائم فدائي.

٤- ڪيا حسن تنهنجي حيران ڪئين مانجهي مردانا،
گهايا گهور سڄڻ تنهنجي ڪئي جابر جوانا،
ٿي هوش کان بي هوش ڦرن در در مستانا،
سرگهور پنهل تنهنجا ٿا رهن شيدائي.

٥- قرب تنهنجي قيد ڪيو تون دلبر دل جو جاني،
خسن پرور لعل گوهر تو دريڪتا لاثاني،
پيار ڏيئي تو دلڙي موهي هائي ڪر مهرباني،
سوا تنهنجي ڪا نه سري ڪر جانب نه جدائي.

٦- يا الله بخش مونکي آهيان غلام در جو،
سڪ جو مان آهيان سڪايل نه طالب مال زر جو،
ڏي خيرات حسن جي ٽئي قيام دين پور جو،
ڪيو محبت ۾ مستان رهون گڏ سدائي.



# نمبر ٥٦ فضائلِ دل

**ٹلهہ:** سڻ سمجهہ رک دل جي چتا،
دل جاءِ ٿي سوڙهي فراخ،
پيچ ڳاڇ اِئَ ويڌن ڪتا،
دل جاءِ ٿي سوڙهي فراخ.

١- دل چون تا نکتو آهي،
هک درنا سفتو آهي،
سي حرف ٿيا ان ۾ بجا،
دل جاءِ ٿي سوڙهي فراخ.

٢- دل آهي لوح محفوظ حق،
تنهن ۾ نکي ٻيا شرک شک
ان جا کيا مون تجربيا،
دل جاءِ ٿي سوڙهي فراخ.

٣- دل جاءِ ربّ العالمين،
دل ۾ رهيو روح الأمين،
دل آهي ڪعبي جي بنا،
دل جاءِ ٿي سوڙهي فراخ.

٤- دل جا حڪمت ڪني حڪيم،
مايو منجهس علم العليم،
ڇا اولٰ ڇا انتها،
دل جاءِ ٿي سوڙهي فراخ.

٥- چيو شان دل جي ۾ خدا،
لايسعني ارضي و سَما

منجهہ قلب مؤمن منهنجي جاءِ
دل جاءِ تي سوڙهي فراخ.

٦- دل جا جدا دلدار کان،
سوڙهي رهي ساکار کان،

تي موکري جنهن ۾ خدا،
دل جاءِ تي سوڙهي فراخ.

٧- دل ماڳ رب جليل جو،
دل باغ حسن جميل جو،

تنهن ۾ لکين گل ڦل ثريا
دل جاءِ تي سوڙهي فراخ.



# نمبر ٥٧ منقبت شريف

**ٿلهه:** جن کي نينهن سندي لڳي تار ادا،
وسريو عيش تنين کان گهر ٻار ادا.

١- ڇڏيو وطن گهمن ٿيا سناسي ٿا،
ڏاڍا پرين لئه ته پياسي ٿا،
سڪ سوز سڄڻ اداسي ٿا،
رکن طلب اهائي تنوار ادا.

٢- ڪن دنيا عقبيٰ لاءِ ڪونه عمل،
هڪ دلبر ڪيائون اختيار عمل،
رهي راضي ملي يار پنهل،
سوا سڪ سڄڻ جي نه ڪن ڪار ادا.

٣- سدا منجهه نينهن سڄڻ جي نهوڙيا وتن،
منجهه پرت پنهل جي پتوڙيا وتن،
سڀي جڳ ڪنان منهن موڙيا وتن،
آئن ڪونه ڪنهن تي اختيار ادا.

٤- رهن دوست اڳيان ته حضوري ٿا،
ذرا ڪونه ڪرن ڪجهه دوري ٿا،
ماڻن موج سدائين منصوري ٿا،
سوري سر ڏيڻ لاءِ تيار ادا.

٥- دائم نينهن نشي ۾ پرپور رهن،
پي مئہ محبت مخمور رهن،
بٺي صاف نانگا سي کان دور رهن،
طلب هڪ رکن هڪ يار ادا.

٦- يا الله بخش انهن کي هي ڏات اها،
ڏينهان راتيان اٺن تن ۾ تات اها،
صبح شام سندن وائي وات اها،
پنهنجي پريءَ جي تہ پچار ادا.



# نمبر ٥٨ منقبت شريف

**ٿلهه:** پير مٺا سائين پير مٺا پير مٺا سائين پير مٺا.

١- ڏسي صورت تنهنجي ۽ حسن و جمال آيو نور سج چنڊ جي ڪي زوال.
تنهنجو نوري چهرو ڪمال درڪمال، پير مِٺا سائين پير مِٺا.

٢- تنهن جي ناز دلڙي آ موهي منهنجي، ازل کان ئي آهيان مان گولي تنهنجي،
زبانِ خواه دل ۾ آ ٻولي تنهنجي، پير مِٺا سائين پير مِٺا.

٣- خَلقَ ۾ حسن جا جي ارباب هئا، ڏسي صورت تنهنجي سي بيتاب ٿيا،
توتان ڪيئي قربان مهتاب ٿيا، پير مِٺا سائين پير مِٺا.

٤- تنهنجو گفتگو مکڻ ماکيءَ مٺو، تنهنجي ڪلڻ مشڪڻ دلين کي کُٺو،
تنهنجي خُلق سهڻي آ جڳ کي مُٺو، پير مِٺا سائين پير مِٺا.

٥- يا الله بخش خضري عمر پير کي، صحت ۽ جواني مٺي پير کي،
اسان جي حياتي ملي پير کي، پير مِٺا سائين پير مِٺا.

# نمبر ٥٩ ڪافي

**ٿلهہ:** دل تان ڪين لهن ٿا ڏٿي سي ڏنار عمر،
جن سان گڏ مون گذاري چمار عمر.

-١ ڏٿي ڏو ٿين جي آهن ڏينهن ٿيا،
سڪندي سانگين لاءِ لنگهي سال ويا،
ڪوڙي قسمت منهن جي پنجي وچوڙا ويا،
جيڪي جيءَ جو جياپو ٿي ويا جاني ڏار عمر.

-٢ تنهن جا پَٽَ ۽ پوشاڪون نہ دل تي پون،
تنهن جا ڪاڏا خوراڪون سڀ زهر لڳن،
تنهن جا محل ماڙيون نہ پايان مثل پکن،
مَنَهہ مارن جا بهشتي گلزار عمر.

-٣ ڪيا سانگين سان جي مون قول آهن،
ڦرنديس هرگز نہ پڌل پول آهن،
آهيان چار ماروءَ جي جيڪي دل جا ڍول آهن،
سر ٽڪرا ٿئي ڪٽي هزار عمر.

-٤ ڏکيا ڏينهن گذرن ٿا منجهہ ڪوٽن،
منهن جا مارو مُئي ڪان دور وسن،
اکيون روز روئڻ ڪان بس ڪين ٿيون ڪن،
اکئين شال ڏسان پکا ۽ پنوهار عمر،

٥- الله شال كندو وينديس وطن وري،
ڏسي سانگين کي پوندم نين ٺري،
موٽي ملڪ وڃان ڏسان ويڙهيچاوري،
جن جي تات اندر ۾ اٿم تنوار عمر.

٦- ڪٽي سانگ سڄڻ ٿيا پرديس راهي،
کهي ڪميني هليا کهل ڪيائون نہ ڪائي،
سورن ساڙي چڏيو پنجي ويئي جدائي،
ڪنهن کي حال سٽايان دل جا آزار عمر.

٧- يا الله بخش ثابت سڪ سنگهارن جي،
رهان پرت ۾ پوري ٿي پنوهارن جي،
لوئي ڪين لاهينديس جا پرمارن جي،
ڪٽنديس ڪين مارن جي ميار عمر.



# نمبر ٦٠ ڪافي

**ٿلهه:** پنهل پير تان هيءَ جند جان گهوري
مڏي مال ملڪيت ۽ دولت سموري.

١- آهيان مان اول جي، پڪي پيل پنهل جي،
اڳي ڪان ازل جي، پنهل جي مان گهوري.

٢- وينديس ڪيچ ڪاهي، هتي منهن جو ڇاهي،
مولا سي ملائي، جنين جي آلوري.

٣- هتي ڪين رهنديس، ڏونگر مان ڏوريนديس،
پنهل مون وڙينديس، ڇڏيندا نه ڇوري.

٤- پينر چو سمجهايو، درد واريون ناهيو،
اڇي نينهن لايو، پوي خبر پوري.

٥- پنهل جي مان گولي، ڇاڻان ڀي نه ٻولي،
ڪوجهي ڪملي پولي، پيل آهي ڏوري.

٦- ڏٺي بخش گدائي، پنهل جي سدائين،
نه وٺي ڪار ڪائي. اهو درد جهوري.

# نمبر ٦١ ڪافي

**ٿلهہ:** درد سور دل جا ڪنهن ساڻ اوريان،
ڏکن جي حياتي پئي ٿي مان لوڙيان.

١- برهہ باهہ اندر ۾ آهي نينهن ٻاري،
سڙان ٿي پچان ٿي ڏکن جان ڳاري،
روئڻ روج راڙو ڏينهان رات زاري،
هلي هوت ايندين مان جند جان گهوريان.

٢- سورن آ ستايو پئي مان لوڙيندس،
سڄڻ نينهن کان منهن اصل نہ موڙيندس،
کيون هاءِ ووءِ ووءِ پئي مان ووڙيندس،
ڪڏهن محب ملندين پئي ٿي مان ڏوريان.

٣- وڇوڙي هجر غم وڌو آهہ ماري،
هي گهايل گوندر ۾ پري کيئن گذاري،
سک ۾ سدائين پئي پنهل ٿي ساري،
منا ڪر ملڻ جي ٿي هٿڙا مان جوڙيان.

٤- جدائي غمن جهوريو کيان پئي پڪارون،
ٻگليءَ ڳوٺ بازر پنهل جون پچارون،
ٿيا حال هيٺا لهي وڃ سنيارون،
کيو نينهن نانگو کلون عشق چوريان.

٥- ألله لڳ مون سان مِٺا ڪر ملڻ جي،
ڇڏ محب ماٺا تون وائي رُسڻ جي،
پرچ تون پيارا ڪر جلدي اچڻ جي،
اکين ۾ ڏيان جايون اڱڻ مان ٻهاريان.

٦- ألله بخش مون آهيان ڪوجهو عمل جو،
ناقص نڌر آهيان مون نہ لائق عدل جو،
رهو دين پورو ڪيو ٿيرو فضل جو،
ٿينديون روز عيدون گهورون گهوٽ گهوريان.



## نمبر ٦٢ نصيحت (توحيد)

ٿلهه: آهي دوست دل ۾ ادا ديرو ڪيو،
تو گهر يار جو ڇو آ ميرو ڪيو.

١- قلب بيت رحمان فرمان نبي آ،
تو گهر يار جو نه سنئيرو ڪيو.

٢- رهي دوست گهر ۾ نه هرگز ادا ٿو،
جيڪو غير محبت ۾ ميرو ٿيو.

٣- رهي دوست دل ۾ جا صاف و سليم،
تو قدر يار جو نه ذري جو ڪيو.

٤- زمين آسمانن ۾ مون نه سمايان،
منجهه قلب مؤمن جي ديرو ڪيو.

٥- ادا پاڻ سڃاڻج حقيقت کي ڄاڻج،
ڪيڏو رب جي رحمت آ گهيرو ڪيو.

٦- ڪري گنهگاري ٿي وئي دل ڪاري،
توکان رب باري پنيرو ٿيو.

٧- گذري وئي حياتي نہ ٿيو يار راضي،
آهي وقت هاڻي اويرو ٿيو.

٨- خدا جي ذڪر ڪان ٿي دل نور ويندي،
نظر پير ڪامل جي ڦيرو ڪيو.

٩- ڦاسي غير محبت ۽ حرص و هوس ۾،
آهي دوست توڪان پريرو ٿيو،

١٠- الله بخش مونکي قلب جو سليم،
منجهہ عشق پنهنجي چگيرو ڪيو.



# نمبر ٦٣ نصيحت

**ٿلهہ:** پير وٺ، پير وٺ، پير وٺ پير.

١- جي تون عشق رب جو ٿو چاهين ادا،
ڪر هٿ پير ڪامل دل لائي ادا،
ذڪر قلبي ڏس پوءِ ڪمائي ادا.

٢- سواءِ پير جي رب ملڻ آ محال،
توڙي زهد رياضت ڪرين سَوَ سال،
پر ٿيندو نہ هرگز دا توکي وصال.

٣- وڃ پير جاچي ڇتائي ادا،
ويل ڏين جو ڏئي ورائي ادا،
سٽل دل تنهنجي جاڳائي ادا.

٤- ڏيان مان ادا توکي سهڻي صلاح،
جاڳي شوق شريعت ۽ خوفِ الله،
پسي مزو محبت چوندين واهَ واهَ.

٥- ڇو ٿو ڌڪا در در تي کائين ادا،
عمر ڇو اجائي وڃائين ادا،
رحمت پور ڏي تون وڪ وڌائين ادا.

٦- رهي ٿو جتي هڪ خدا جو حبيب،
ڪري قلب روشن ٿو پل ۾ نجيب،
هلي جو اچي سو وڏو خوش نصيب.

٧- ركي صدق يقين كر بيعت پڪي،
كماء ذكر قلبي ركي دل سچي،
ويندين عشق ربي ۾ سارو رچي.

٨- سواءِ استقامت نٿو ڪجهہ بڻي،
موڳا ڇو اجايو وهمن ۾ پوين،
رک صدق محبت تہ ڇا ٿو بڻين.

٩- الله بخش مونکي تون محبت مدام،
رهان پير جي در جو ٿي مون غلام،
رهي راضي رهبر بہ مون کان تمام.



# نمبر ٦٤ ذاکر ٻانھا

**ٿلھ:** يار سناسي سڪ سچيءَ سان ذڪر ذاتي ڪن ٿا،
ذڪر قلبي ڪن ٿا، غافل ڪين رهن ٿا.

١- آڌيءَ رات سوير اٿي دونهون درد دکائن ٿا،
سر نوائي مونن ۾ ورد پنهنجو پڙهن ٿا.

٢- قلبي روحي سري خفي اخفيٰ راز لهن ٿا،
نفيءَ ۾ نابود ٿي هڪ سان هڪ ٿين ٿا.

٣- ٿي جوڳي ويس سناسي پائي پورب پنڌ پچائن ٿا،
سنگت رکي تن سامين جي لوچي لعل لهن ٿا.

٤- ترڪ دنيا واجبُ اهو پهريون سبق پڙهن ٿا،
سڪ رکي هڪ دلبر جي ٻيو عيش دنيا جو سٽن ٿا.

٥- ڏينهن فراق ۾ ڏکيو گذاري سانجهيءَ سرها ٿين ٿا،
رات خلاصي ٿي ملاقي مستي منجهه رهن ٿا.

٦- عيش راحت سڏون ڇڏي نانگا صاف ٿين ٿا،
هر زمان خواه هر مڪان ۾ دوست ۾ ديد رکن ٿا.

٧- يا الله بخش محبت تن جي مرڻ کان اڳ مرن ٿا،
هڪ سڃاڻن هڪ کي ڄاڻن ريءَ هڪ جي ٻيو نه ٻجهن ٿا.

# نمبر ٦٥ نصيحت

**ٿلهہ:** رهہ نہ دم ڏٺيءَ کان تون ڌار ادا،
منجهہ ذکر الاهيءَ گذار ادا.

١- رهي محبت ناهي عزيزن ۾، سڀن پائرن چاچن قريبن ۾،
سچڻ دوست پيارن شفيقن ۾، آه مطلب جو هر کو يار ادا.

٢- پيءُ پٽ پيارا مادر سڀ، سوٽ سالا خواهہ برادر سڀ،
کندا کانہ وفا ڳالهہ ظاهر سڀ، پڇي توکان ٿيندا سڀ بيزار ادا.

٣- تو ذکر کمايو نہ ذاتي آ، سواءِ ذکر جي کهڙي حياتي آ،
اهو جيئرو ناهي مماتي آ، حکم منجهہ حديث نروار ادا.

٤- کري اڳرائي ويا سڀ کان سي، کن ذکر خدا جو تا بيحد جي،
مرد خواهہ عورت چيو سردار سچي، کٽ بازي اها کر واپار ادا.

٥- جيکي ذکر کان منهن موڙيندا، ڏاڍو تنگ دنيا ۾ گذاريندا،
کري انڌو تنين کي اٿاريندا، پوءِ تہ رئنديـن زارئون زار ادا.

٦- جيکي دائم ڏٺيءَ کي ياد کندا، ڏک کين ڏسن دل شاد هوندا،
دنيا عقبيٰ ۾ سي آباد هوندا، ٿيندا جنت جا سي حقدار ادا.

٧- رک صحبت تن پلارن جي، خدا جي دوست ولين پيارن جي،
زنده دل قلب اوجارن جي، کندا قلب تنهنجي جو اوجار ادا.

٨- يا الله بخش محبت جو جام مونکي، کري مست پيئڻ سان مدام مونکي،
بخش فنا جو اعليٰ مقام مونکي، وسري عيش دنيا ۽ گهر ٻار ادا.

# نمبر ٦٦ دنيا جي حقيقت

**ٿلهه:** دنيا جاڙي طالب دنيا چيز فاني،
دنيا لاءِ ڀلايئيءِ پنهنجو يار جاني.

١- دنيا ڪي ڇيو ڏونڊ سرور سچي آ، ڪتا ان جا طالب اها قدرداني.

٢- دنيا آه ملعون غضب ڪيل رب جي، تون ان جو آن شيدا آ ڪيڏي ناداني

٣- آه حب دنيا گناهن سين سِر، دنيا ٿي ڪرائي سيئي ڪم شيطاني.

٤- فرعون قارون ها مان نمرود دنيا سڀ ٽڙايا نہ ڪم آئي خاني.

٥- دنيا ۾ ٿي آئين ادا تون سوداگر، وڃي ڪونہ سودو ٿي موڙي زياني.

٦- دنيا ۾ مسافر تنهنجي جاءِ اڳتي، اڏاءِ ڪين ماڙيون دنيا ڪيل فاني.

٧- دنيا مار زهردار ظاهر خوب صورت اندر زهر قاتل ٿي هوشيار جاني.

٨- يا الله بخش دولت دائم جاهي باقي ڏيو پنهنجي محبت ڪيو مهرباني.

# نمبر ٦٧ دل سان خطاب

**ٿلهہ:** سڻ ڳالهہ تون دل هڪ واري ڇڏ غير جي صفا ياري،
تون آن رب کي ڏاڍي پياري، اٿي جاڳ ڪر هوشياري.

١- توتي رب جي سدا نگاه آ، توکي شرف بيت الله آ،
سواءِ تنهنجي نہ ٻي مون جاءِ آ، تون اهڙي شان واري.

٢- دل رب جو عرش عظيم آ، جنهن ۾ ٽڪندو پاڻ قديم آ،
جيڪا دلڙي صاف سليم آ، تنهن تي خاص قربداري.

٣- هاٿي غفلت ۾ نہ گذار تون، وٺ هڪ کي محڪم يار تون،
لاٿي نينهن ٿي نروار تون، رک هڪ جي طلبگاري.

٤- رک هڪ جي فقط سڃاڻ تون، سمجهہ هڪ کي هميشه ساڻ تون،
سواءِ هڪ جي نہ پيو ڄاڻ تون، سواءِ هڪ جي آه انڌاري.

٥- پر هڪ جو نہ ميلو ٿئي، جيستر پير ڪامل نہ ملي،
اها مثل دل ذاڪر ڪري، وڃي غير جي محبت ساري.

٦- سٺ عيش ٻڻ فقير تون، اٿي ڳول ڪامل پير تون،
تان ٿئين جلد سڌير تون، ڇڏ سستي ڪر تياري.

٧- عمر نہ ڪر برباد تون، آ جلدي عاشق آباد تون،
ڪر حاصل پنهنجي مراد تون، تيندي نظر سان دل جاري.

٨- جتي حاذق هڪ طبيب آ، جيڪو خاص خدا جو حبيب آ،
ڏيندو دارون ڏاڍو عجيب آ، ويندي جلد بيماري ساري.

٩- رک محبت پڪي پير جي، مڃ نصيحت هن فقير جي،
اهو نسخو نشان تي تير ٿي، جن چکيو تن سڌ ساري.

١٠- الله بخش محبت مون اها، دائم دوستن جي مان در رهان،
ڏسي دلبر هيڪر مهر مان، چوي توسان پڪي ياري.



# نمبر ٦٨ نصيحت

**ٿلهہ:** جي گهرين دل ٿئي صفا تان ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر،
محبت ٿئي رب جي عطا تان ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر.

١- دل بيت آ رحمان جو، دل درس آ قرآن جو،
دل آئينہ جملہ جهان جو، تون ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر.

٢- جي اٿيئي طلب اِها، تہ حاصل ٿئي رب جي رضا،
تہ پوءِ صبح و مسا، تون ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر.

٣- عرش مٿي بالا تمام، دل جي رهڻ جو آ مقام،
تو نہ ڇاتو قدر شان، تون ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر.

٤- دل منجهہ اصل جي نور آ، شجر موسيٰ ڪوه طور آ،
دل جو وطن پري دور آ، تون ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر.

٥- دل ٿي ذڪر ڪان نور ٿئي، ظلمت سياهي دور ٿئي،
منجهہ عشق رب مخمور ٿئي، تون ذڪر ڪر دا ذڪر ڪر.

# نمبر ٦٩ نصيحت

**تلهه:** جي گهرين وصل خدا تان پير وٹ تون پير وٹ،
جي اٿئي طلب اها تان پير وٹ تون پير وٹ.

١- جنهن آه طلب سچي، حاصل ڪرڻ محبت ربي،
ان تي آه لازم اخي، تان پير وٹ تون پير وٹ.

٢- سواءِ پير جي اهو سفر، آهي پريل خوف و خطر،
ڪر هت جلد رهبر، سو پير وٹ تون پير وٹ.

٣- ان جي اطاعت ڪر قبول، اها اطاعت رب رسول،
دل ۾ نه رک خطرو ملول، پير وٹ تون پير وٹ.

٤- جوئي ڪري امر ادا، ڪر صداقت سان بجا،
تان حاصل ڪرين فنا بقا، سو پير وٹ تون پير وٹ.

٥- پير هجي صاحب شرع، با اتقيٰ صاحب ورع،
منجهه عشق محبت لاطمع، سو پير وٹ تون پير وٹ.

٦- توکي ڏيان مان ڏس ادا، جيڪو لاهي دلين جي ٽوڪس ادا
اهو پرين پنهل تون پس ادا، سو پير وٹ تون پير وٹ.

٧- جنهن جي ادا ساڻ هڪ نظر، جاري ٿئي دل ۾ ذڪر
جاڳي جوش جذبه خوف حشر، سو پير وٹ تون پير وٹ.

٨- عمر نه ڪر برباد تون، آءُ هيڪر هلي عاشق آباد تون،
ڏس رب جو اچي دلدار تون، سو پير وٹ تون پير وٹ.

٩- جنهن جي ڏسڻ سان ادا اچي ياد سو رب العليٰ
ان طرح چيو خيرالوريٰ، سو پير وٹ تون پير وٹ.

١٠- الله بخش مونکي هيءَ عطا ثابت رهان شريعت متان،
حاصل ٿئي پير جي رضا، سو پير وٹ تون پير وٹ.

# نمبر ۷۰ نصيحت

**ٿلهه:** مڄ نصيحت منهنجي يار تون، ٿي غير کان بيزار تون،
رک دلجو هڪ دلدار تون، ڪر حاصل رب جو پيار تون.

۱- ڪر ياد ازل جو ٻول تون، قالو بلىٰ وارو قول تون،
ڇڏ غفلت پردا کول تون، واعدو پڪو پار تون.

۲- قُلِ اللهِ پڙهه قرآن تون، ثم ذرهم جو ٻه بيان تون،
ڇڏ غير جا فڪر ڌيان تون، ڏنتا سڀ وسار تون.

۳- دنيا ڪون چوچي لا اڙا، ٺگ باز دا ڏٽ تون نه چا،
اها هي مڪارا بي وفا، رک سمجهه ٿي هوشيار تون.



# نمبر ٧١ نصيحت

ٿلهه: ياد ڪر الله کي دل سان تون،
هڪ ڪري پنهنجي ڏٿيءَ کي ڄاڻ تون.

١- ذڪر ذاتي ڪر سدا سيني اندر، هن ڪڙي سان قلب کي تون صاف ڪر

٢- قلب مؤمن بيت ٿئي الله جو، قول ٿئي هي مير مرسل شاه جو.

٣- قلب تنهنجي کي وئي ويو مرض آ، مرض جي دوا ڪرڻ پيي فرض آ.

٤- پير ڪامل آ انهيءَ جي لئه طبيب، جو ڇڏائي مرض ٿو نرمل نجيب.

٥- ذڪر ذاتي آ انهيءَ جي لئه دوا، ٿو ٿئي جنهن ڪان صحن دل جو صفا

٦- ذڪر سان دل کي ادا اوجار تون، عشق جو آڙهه اندر ۾ ٻار تون.

٧- اسم سان الله جي تون رک خيال، تان ڪري قادر توکي ڪامل ڪمال.

٨- پير ڪامل کي وڃي هي حال ڪر، جو ڇڏائي مرض تنهنجو سان مهر.

٩- تون اٿي ويٺي ستي ڪر ياد رب، شوق رک پنهنجي ڏٿيءَسان روزِشب

١٠- تو وڃائي عمر ساري منجهه گناه، ڏچ خدا ڪان پڻ خدا ڪان تون پناه

١١- اول ڪر دل سان تون توبهه سچي، ويهه تون پوءِمنجهه عبادت جي مچي

١٢- چپ اکڙيون ڪنڙا ٻڌ يار تون، تان ڏسين الله جو اسرار تون.

١٣- يا الله بخش مونکي نعمتون پير جي صحبت سان جي هن مون مٿئون.

# نمبر ٧٢ منقبت شريف

**تلھ:** كر الله جو عشق حاصل تي ادا بيدار تون،
جلد وٺ تون پير كامل رھ نہ غافل يار تون.

١- جنھن كي ناھي عشق الله سو صفا حيوان آ،
ان كي سوا حب مولئٰ سڏڻ غلط انسان آ،
جنھن نہ دل ۾ عشق عربي كامل نہ اھو ايمان آ،
رک عارفن سان يار صحبت، سک اھو واپار تون.

٢- لئہ معرفت حاصل كرڻ پرور توكي پيدا كيو،
رزق روزيءَ جو ذمو سارو آه پاڻ تي كنيو،
قرآن ۾ سو صاف ظاھر رب آه واعدو كيو،
ڏس الله جا كرم احسان كجھ شرم تان ڌار تون.

٣- مال دنيا زال فرزند ھرگز نہ توسان گڏ ھلن،
قبر كاريءَ ۾ ھتن سان توكي لئي كلھو چڙن،
چئن ڏينھن كان پوئتي تنھنجو نہ اصل نالو كٹن،
اھا اٿئي تن جي وفا جن جي مٿان آن نثار تون.

٤- دل مئل مبتلا جو كو ادا كر تون علاج،
جھل غفلت ۽ ضلالت ۾ جا آه پر سياه،
ڳول تون حكيم حاذق شيخ كامل سوجراح،
جو دل مئل ٿئي، زنده اندر پنھنجو ادا اوجار تون.

٥- جلد وڃ تون پير كامل جو كري تنهنجي دوا،
دل جي سياهي دور ٿئي دائم كري ذكر خدا،
جوش جذبي درد جي كولي ڏئي دري ادا،
آه زاري بي قراري ڏس عشق جو آزار تون.

٦- ذكر ذاتيءَ سان ادا تون دل پنهنجي پرنور كر،
غير جي محبت كي ڏوڻي دل پنهنجيءَ كان دور كر،
هك يار جي محبت ۾ دل كي تون ادا معمور كر،
رب سان رهه يار شاغل ٿيا ورق سڀ وسار تون.

٧- يا الله بخش مونكي جو آهن جرم و خطا،
كر محبت رابطو تون پير جو مون كي عطا،
شفقت ان شاه جي مون تي هجي دائم سدا،
اهو عرض اگهاءِ مولىٰ طفيلي فضلِ غفار تون.